# تاريخ

## ڪنهن کي به معاف نه ڪندي

عبدالحميد جتوئي



عبد الحمید خان جتوئی

میمبر قومی اسیمبلي میمبر

سنڌ جي مشهور ۽ تجربيڪار
پارليامينٽرين ۽ ڄاتل سڃاتل
قومپرست سياستدان
جناب عبدالحميد جتوئي
جون اسيمبليءَ ۾ ڪيل تقريرن
۽ ڏنل بيانن تي مشتمل ڪتاب

# تاريخ ڪنهن کي معاف نه ڪندي

سهيڙيندڙ:
اڪبر عباسي

• ڪتاب : تاريخ ڪنهن کي به معاف نه ڪندي.

• تقريرون ۽ بيان: جناب عبدالحميد جتوئي.

• سهيڙيندڙ: اڪبر عباسي.

• ڇپائيندڙ : نظير احمد جتوئي.

• پاران: مخدوم بلاول پبليڪيشن. ميهڙ

• ٽائيٽل ۽ بيسٽنگ ۽ ڪيليگرافي: محمد علي سهتو.

• سال : مارچ ١٩٨٧ع.

• ڳاڻيٽو : هڪ هزار.

مُلهه:
10/= (ڏهه روپيه)

# انتساب

سنڌ جي جڳ مشهور سياستدان

۽ ميهڙ جي مانواري شخصيت

محترم علي اڪبر شاهه

جي

نالي.

# عبدالحميد خان جتوئي

عبدالحميد خان جتوئي
اڪيلو قومي اسيمبلي ۾ سنڌ
جو اڪيلو آواز آهي، جيڪو سنڌي
ماڻهن لاءِ اٿندو رهيو آهي.
ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ هجي يا ١٩٧٣ جو آئين،
اسيمبليءَ ۾ هو سنڌي ماڻهن جي زبان بڻجي
حق ۽ سچ جو اعلان سندس منشور رهيو آهي.
اسان پنهنجي اداري پاران سندس تقريرن ۽ بيانن
تي مشتمل هي ڪتاب ڇپائي، فخر محسوس
ڪريون ٿا.
اميد ته آئنده به اسان طرفان هن سلسلي
۾ ڪوشش جاري رهندي ۽
پڙهندڙ حضرات به اسان سان
ڀرپور نموني سهڪار
ڪندا رهندا - ته جيئن
هي سلسلو جاري ٿيو
آهي ته جاري
رهڻ گهرجي.

اڪبر
عباسي

هڪ دفعي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هوم ته يونان ولايت جو جڳ مشهور ڏاهو ۽ دانشور سقراط ڏينهن ڏٺي جو سج جي سوجهري ۾ لالٽين ٻاري گهر کان ٻاهر بازار ۾ آيو. ماڻهون سقراط جو اهو حال ڏسي عجب وچان وائڙا ٿي ويا ۽ حيرانگي مان سقراط کي چوڌاري وڪوڙي، عرض ڪيائون "سائين! توهان چريا ته نه ٿيا آهيو جو توهان ڏينهن ڏٺي جو سج جي تيز اس ۽ روشني هجڻ جي باوجود بازار ۾ ڏئي ٻاري ڪٿي گهمڻ هليا آهيو."

سقراط چيو "لوڪو! مان لالٽين اجايو ڪونه کنيو آهي مان هن گهڪوه اونده ۾ انسان ٿو ڳوليان."

معلوم ٿيو ته ان دور ۾ به انسانن جو ڏڪر هو. جو سقراط جهڙي مفڪر کي به لالٽين جو سهارو وٺڻو پيو. پر اسان تمام گهڻو خوشنصيب آهيون. جو اسان کي انسان بنان ڳولڻ جي ملي ويو آهي. جيڪو بهادر به آهي. سرويچ به آهي. بلند اخلاق هجڻ سان گڏو گڏ بلند ڪردار به آهي. هو مفڪر به آهي ته مدبر به فهيم هجڻ سان گڏو گڏ حاميت جو پيڪر به آهي. قربت ۽ محبت جو بحر، علم ۽ ادب جو گوهر، نياز ۽ نوڙت جو مجسمو، سياست جو شهسوار ۽ عمل جو اڪابر به آهي. اسان هن گفتار جي غازي ۽ ڪردار جي صاحب کي شهپار مان پڪاريندا آهيون.

" تنهنجو شان ، منهنجو شان ، عبدالحميد خان ،
عبدالحميد خان ."

رئيس عبدالحميد خان، جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. بس ائين سمجهو جيئن سنڌ جي صاحب ڪتاب لطيف سائين فرمايو آهي.

ماڻهون سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنجهه
ڪنهن ڪنهن ماڻهون ۾ منجهه، اچي بوء بهار جي

( شاهه )

جنهن ماڻهوءَ مجهان بهار جي بوءِ اچي، ته اهو ماڻهون هڪ چاڙو ڪنهن محبوب جي گلستان جو مالهي آهي. مالهي نه رڳو چمن جي گلن ڏانءِ جو محافظ هوندو آهي. پر باغ جي هر گل ۽ مکڙي لاءِ پنهنجي سيني ۾ هڪ مهربان ۽ شفيق پيءُ جي دردمند دل به رکندو آهي. اهڙي بوستان جو اهو باغبان جنهنجي دل ۾ هر هڪ سنڌي لاءِ محبت بحر بيڪران وانگر موجزن آهي. سو هميشه فرعون جي حاڪميت، قارون جي سرمائيداري ۽ هامان جي پاپائيت لاءِ سنت موسوي تي عمل پيرا آهي. ڏسڻ ۾ ڪر اڪيلو ۽ تن تنها پر پنهنجي عمل جي دائري ۾ هڪ روان دوان تحريڪ، همت ۽ دليري ۾ بي مثال، سنڌين جي ترجماني ۽ نمائندگي ۾ لاجواب، هميشه ظلم ۽ ڏاڍ، جبر ۽ سينه زوري جي خلاف، حق ۽ انصاف جو عاشق صادق، پنهنجي زندگي

جو هر لمحو چاهي رات هجي يا ڏينهن، صبح جو سوير هجي يا شام جي لالائي. هر وقت هڪ بهادر انسان وانگر چوڪس ۽ هوشيار.

رئيس عبدالحميد خان جتوئي، ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ ايٽي ۾ ڄائو (ايٽو تمام پراڻو شهر آهي سندس قدامت جو ذڪر تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ ڏسي سگهجي ٿو ) سندس اوائلي تعليم ڳوٺ ۾ ۽ باقي علم ميهڙ ۾ حاصل ڪيائون سنڌ جي سر زمين جڏهن انگريز سامراج جي قبضي ۾ هئي، تڏهن سنڌي مسلمان پنهنجي تقدير جو پاڻ مالڪ بڻجڻ لاءِ ڪافي قربانيون ڏنيون، ڪيئي مذهبي ۽ سياسي تحريڪون هن ڌرتي تان ابري تاريخ جي صفحن تي ظاهر ٿيون ۽ لکجي سنڌ جي سر زمين جي عظمت جون شاهد بڻجي پيون. سنڌ ڌرتي جي سياسي تحريڪن ۾ ميهڙ به پنهنجو پاڻ ملهايو آهي. خلافت تحريڪ، سنڌ جي بمبي کان آزادي تحريڪ عدم تعاون يا پاڪستان تحريڪ ۾ ميهڙ سنڌ جي سياسي جدو جهد ۾ اڳري ۽ نمايان رهي آهي.

ميهڙ شهر جي اها هستي جنهن سياسي تحريڪن ۾ ميهڙ وارن جي اڳواڻي ڪئي، سا، سيد حاجي علي اڪبر شاهه جي نالي سان ڄاتي سڃاتي وڃي ٿي. سيد علي اڪبر شاهه برصغير جي تاريخ ۾ نمايان ۽ روشن حيثيت جو مالڪ آهي، سندس اسم مبارڪ تاريخ جي ورقن ۾

سونهري حرفن سان لکيل آهي. سنڌ جي ان عظيم مدبر، تاريخدان، اديب، مفڪر، شعلہ نوا مقرر ۽ ولي ڪامل پنهنجي پويان هڪ جيئري جاڳندي نشاني ڇڏي آهي. سيد سائين جي اها پياري نشاني آهي سندس سياسي شاگرد رشيد رئيس عبدالحميد خان جتوئي، جيڪو پنهنجي استاد صاحب وانگر هيئر سڀني خوبين جو مالڪ آهي. رئيس عبدالحميد خان جڏهن پاڪستان اسيمبلي ۽ سنڌ جي نازڪ اڄاريندو آهي، تہ سنڌ ۽ هر قوم پرست ۽ سنڌ دوست جو وات ماڪي جي لارن سان ڀرجي ويندو آهي سنڌين جي دلين ۽ خوشين جا خورشيد اڀري پوندا آهن. يا چئو سنڌ من جي مندرن ۽ پيار پريت جا چراغ روشن ٿي ويا هجن.

پاڪستان جي قومي اسيمبلي ۽ سنڌ جي حقن لاءِ رئيس عبدالحميد خان جتوئي، پنهنجي ماروئڙن لاءِ جنگ جوئي مفاد پرستن جي هيانءَ تي مونگ ڏريا ۽ اهو ثابت ڪيو تہ سنڌي ڪنهن بہ طاقت کان نہ ڊڄن ۽ پنهنجا حق اعليٰ علان گهرڻ تہ ڇا کسڻ کان بہ نہ ڪيٻائن. جتوئي صاحب سنڌي سياست جو انمول هيرو آهي. جنهن پنهنجي روشني سان هتان جي نوجوان طبقي ۽ غريب عوام کي سچ جو روشن رستو ڏيکاريو آهي. هي مانجهي مرد هردم پنهنجن ۽ پراون جي بنان امتياز جي خدمت ڪندو رهي ٿو، دن جي خدمت جو معيار

ايترو مٺاهون آهي، جو منهن جي زبان کي اها طاقت ناهي جو بيان ڪري سگهي. هر وقت سندس دل ۽ دماغ ۾ قوم جي خدمت جو جذبو جوان آهي. هي عظيم انسان هر ماڻهوءَ سان بنان تفريق جي پيار ڪري ٿو. نفرت سندس مذهب ۾ حرام آهي. محبت جو هي مجسمو ننڍن لاءِ شفقت ۽ هڪجيڏن لاءِ ادب ۽ احترام رکي رکي ٿو. جتوئي صاحب قرب جو سوداگر آهي. ڪو به ماڻهون ڪيڏو به غمگين هجي جيڪڏهن خانصاحب جي ڪچهري ۾ آيو ته دل جا درد سندس سيني جي فڪر ڦرهي تان ميسارجي ويندا. پر جڏهن بـه ناحق سندس آڏو آيو ته ببر شير وانگر گجگوڙ ڪري اٿندو. سندس طبيعت سنڌو درياهه وانگر سياري ۾ ماٺ ۽ سانوڻ ۾ پر ٺـر پوڙيو وجهي. امـن، عزت لاءِ هر وقت پاڻ پتوڙيندو رهي ٿو. نه فقط دوستن جـو دوست آهـي پر دشمنن لاءِ به سندس دوازا هميشه کليل رهندا آهـن، پر منافقن لاءِ زهر قاتل جو درجو رکي ٿو. خوشامدي سندس پاڇي کان به وونئون ويندا آهن.

عبدالحميد خان جتوئي هڪ ديانتدار ۽ صداقت پرست انسان آهي، سندس سموري (سياسي يا نجي) زندگي هڪ کليل ڪتاب آهي. پاڻ زندگي پر نه ڪنهن کي دوکو ڏنو اٿس نڪي ڪنهن سان بيوفائي ڪئي اٿس پاڻ جيتوڻيڪ انساني جلبتن ۽ چالن جو وڏو ماهر ۽ عـوام جي سياسي نبض شناسي جـو وڏو ڏڪيم آهـي، تنهن

هوندي بہ ڪڏہن ڪڏہن ڪيس پنهنجي گهرن سياسي دوستن هٿان بيوفائي جهڙون سوغاتون تحريڪن ۽ مهربانين طور تي نصيب ٿيون آهن. سي شايد هن عظيم ۽ باوقار انسان جي قسمت ۾ لکيل آهن. اڃا تہ اهڙا امالهہ غم غيب جي پردي ۾ لڪل آهن. منهنجي هن گفتگو جو حاصل مقصد اهو هو تہ جتي جتوئي صاحب وڏو دانشمند ۽ ڏاهو انسان آهي اتي دوستي جي معاملي ۾ ڪجهہ سادا مزاج جو مالڪ پڻ آهي. باقي عوام طرفان سندس لاءِ هر قرباني پيش ٿيندي آئي آهي. چاهي گل محمد شاهہ سيوهاڻي سان مقابلو هجي يا سيد بخشل شاهہ راڻيپور واري سان. چونڊون جماعتي بنيادن تي هجي يا غير جماعتي بنيادن تي. دادو ضلع جي سياسي شطرنج تي هنن پڻ هستين جو غلبہ جاري ۽ ساري آهي هڪ مفڪر اعظم جناب جي. ايم سيد صاحب ۽ ٻيو جتوئي صاحب.

جيئن سائين جي. ايم سيد صاحب پاڪستان جي هر آمر جو مقابلو خنده پيشاني سان ڪيو آهي. تيئن جناب جتوئي بہ آمريت جي گولين جي برسات اڳيان سينو سپر ڪيو آهي. حقيقت اها آهي تہ جناب جتوئي صاحب سائين جي. ايم سيد جي فڪر جي هوبهو زنده تصوير آهي.

عبدالحميد خان جتوئي سچو ۽ صالح قوم پرست سياسي اڳواڻ آهي، هن پنهنجي سموري سياسي زندگي ۾ ڪڏہن بہ سنڌي قوم جي حقن جي سودي بازي

ڪانہ ڪئي آهي. پـوءِ اهو ايوب جـو زمانو هجي يا يحيٰي خان جي ڊڪٽيٽرشپ، ڀـلي جي زيادتن وارو زمانو هجي يا موجوده اسلامي مارشل لا، سنڌي قوم جي حقن لاءِ هر وقت سر تري تي رکيو حق جو هوڪو ڏيندو رهندو آهي، نہ ڪڏهن ڊنو آهي نہ دنياوي مفادن خاطر سنڌي قومِ جي مفادن جو سودو ڪيو اٿس. بقول لطيف

"حيف تنين هـوءِ، وطن جـن وساريو"

موجوده اسلامي مارشل لا ۾ سندس ڪردار ساراهڻ جوڳو رهيو آهي، جڏهن سنڌ جا تمام نام نهاد قوم پرست ميمبر صاحب ڪٿي جي پرن ۾ وڃي لڪا آهن، تڏهن بہ هي وقت جو منصور سنڌي قوم جي حقن جو انا الحق جو آواز آلاپي رهيو آهي ۽ ظالم ۽ مظلوم کي هڪ ئي وقت صور اسرافيل وانگر سندن حق ۽ فرض ياد ڏياري رهيو آهي. هن مرد مومن "اسلامي" ماشل لا جي پيدا ڪيل سول "اسلامي" مارشل لا طرفان ملڪ جو وزير اعظم، يا سنڌ جو گورنر ٿيڻ جو آڇون ٺڪرائي ڇڏيون آهن.

پکن جي پريت، آءٌ ماڙيون مور نہ مٽيان
(شاهہ)

جناب جتوئي صاحب جو قومي ڪردار ۽ سنڌ پرستي جو عمل پڻ جيئن صفحن جي سر تي سينگاري ڇڏو سگهجي

اهو ڪم سنڌ جي ڪنهن ايماندار اديب جي هٿان لاه مٽيڪو ڪري رکجي ٿو ته هو اچي ڪنهن سچي سر جٺهار وانگر هن هيري جي مٽيا کي ڪسوٽي تي لائي سندس سچائي جي ساک پري.

جناب جتوئي صاحب سنڌ ۾ سيڪيولرازم جو وڏي ۾ وڏو حامي ۽ مبلغ رهيو آهي. سندس پوري زندگي هڪ صاف شفاف آئيني مثل آهي. هن ۾ ڪڏهن به ڪنهن مذهب، فرقي جي حمايت يا مخالفت ڪانه ڪئي آهي. هو آسماني الهامن کي ايمان جي آئيني ۾ ڏسندو آهي ته دنيا جي رهنوار کي دنياوي درپن ۾. هن وٽ مسلم هندو سک عيسائي جو ڪوبه ڀيد ڀاءُ نه رهيو آهي. سندس دلپسند ڳالهه سنڌ جو سچو مسلڪ صوفي ازم رهيو آهي. جنهن تي سنڌ جو سمورا سنڌي ڪليل دل ۽ دماغ سان ايمان رکندا آيا آهن. جناب جتوئي صاحب وٽ ذات قبيلي جو به ڪو امتياز ڪونهي. هو هنان ڪنهن هڪ جي پاڻ کي سنڌي قوم جو هڪ فرد سمجهي ٿو، ۽ پاڻ کي سنڌ جو سپا و فرزند ڄاڻي ٿو.

جناب جتوئي صاحب نه فقط جمهوريت جي عمل جو علمبردار آهي، پر جمهوريت جي حقيقت ۾ سرمد شهيد آهي. جنهن پاڪستان جي هر آمر ۽ جمهوريت جي قاتل کي منهن تي مخالفت ڪئي، ۽ سندن هر غير جمهوري

استداني قدم جي ڪلم ڪلا مخالفت ڪئي آهي. نه رڳو پاڪستان جي ليول تي پر سندس گهر ۾ به اهڙا ڪيئي مثال آهن. چون ٿا ته هڪ دفعي جتوئي صاحب جو هڪ رشتيدار سندس مخالف گروپ جي هڪ راڄ تي مائٽن هٿان بي. ڊي جي اليڪشن ۾ شڪست کاڌي جيڪڏهن جتوئي صاحب ٿورو به غير جمهوري طرز اختيار ڪري ها ته شايد پيٽي ۾ اها پوزيشن ڪانه بيهي ها. اهو مثال ثابت ٿو ڪري ته جناب عبدالحميد خان نه صرف جمهوريت پسند انسان آهي. پر جمهوريت جو سمبال به آهي.

جناب جتوئي صاحب نه فقط ذاتي زندگي ۾ سچو ۽ پار مثل انسان آهي. پر عدل ۽ انصاف جو به سرچشمو آهي. حق شناسي هن مردم شناس انسان جو اهم انساني گڻ آهي. هي حق پرستي جو عاشق انسان جانبداري ۽ رياڪاري جو ازلي ويري آهي. امير هجي چاهي غريب. پنهنجو هجي يا پرايو. انصاف جي ترازو سندس هٿ ۾ ڪڏهن هيٺي نه ڏٺي اٿم. هڪ دفعي جو واقعو ذهن تي تري آيو آهي. آءٌ دادو ۾ مسلم ليگ جي صدر مرحوم نصرالله خان ڪلهوڙي وٽ ويس. (اهو پٽي صاحب جو دور هو) ته مونکي ميزبان ڪجهه غمگين نظر آيو. مون مرحوم کان غم جو سبب پڇيو ته مرحوم وراڻيو "وڏو ڏک اٿم، جو دادو ضلعي جي هڪ عظيم ۽ بيباڪ انسان عبدالحميد

جتوئي سياست تان ريٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو آهي.
مون چيو "ادا! اهو ته چڱو ٿيو. توهان جو مخالف
هو. توهان جو ميدان خالي ويو. مرحوم وراڻيو هائو!
واقعي ميدان خالي ٿي ويو پر مونکي وڏو افسوس
آهي جو دادو ضلعي جو هڪ سياستدان ريٽائر نه ٿيو
آهي پر جڏهن اسان جي قومي عدالت جو هڪ چيف
جسٽس ريٽائر ٿي ويو آهي. جنهن جي قومي عدالت
۾ فريادي جي دل ۾ دپ نه پر آٿت هوندو هو.
جنهنجي فيصلي ۾ شاهد ڪوڙي گواهي ڏئي نه سگهندو
هو، جنهنجي ڪورٽ ۾ ڪنهن سرڪاري وڪيل جي
ضرورت هئي، نه وڪيل جي ڪنهن منشي جو آزار، نه
سرڪاري في نه ٽڪلين جي خريداري نه وري فريادي
کي پنهنجا وارث ٽي چاٽانٽا پوندا هئا. هاڻي دادو ضلعي
جو عوام خاص طور تي ميهڙ ۽ خيرپور جي پاسي وارا
ماڻهون سرڪاري آفيسن ۽ ڪورٽن جا سالن جا سال
ڌڪا کائيندا.

عربي ۾ هڪ چوڻي آهي دشمن جو اعتراف انسان
جي لڪين حامين جي حمايتن ۽ نعرن کان وڌيڪ آهي.
خدا واحد شاهد آهي. دنيا جي ڪنهن ضرب خاني ۾،
دنيا جي ڪنهن پريس ۾ اهو سڪو اڃا تائين وجود
۾ ٽي ڪونه آيو آهي. جنهن جتوئي صاحب ظلم جو
فيصلو انصاف جي صورت ۾ وصول ڪيو هجي، چاهي

وصولي جو طالب کو سنڌس کهرو دوست ني چو نه هجي يا رشتيدار!

جناب جتوئي صاحب جو هڪ مخالف نوجوانن کي پنهنجي اوطاق تي گهرائي چئي رهيو هو "توهان کي لڄ نٿي اچي توهان ان ماڻهوءَ جي ٿا سپورٽ ڪيو، جيڪو سرڪار جي نظرن ۾ سيڪنڊ جي، ايم سيد آهي، نوجوانن چيو "سائين اسان کي ته فخر ٿو محسوس ٿئي جو جناب جتوئي صاحب جي ذات ۾ اسان کي سيڪنڊ جي، ايم سيد مليو آهي، لڄ ته انهن کي اچي جن کي اڃا سنڌ جي سڃاڻ ئي ڪانهي."

طالب علم
اڪبر عباسي
عباسي اسٽريٽ، ميهڙ ضلع دادو سنڌ

جناب ڊپٽي اسپيڪر صاحب آءٌ اوهانجو نهايت ٿي
ٿورائتو آهيان جو اوهان مونکي ٽائيم ڏنو، آءٌ اسپيڪر
صاحب جي چونڊ ڪانپوءِ پهريون دفعو اٿيو آهيان،
جيئن ته اسپيڪر صاحب موجود نه آهي هتي هن
House ۾، آءٌ هن کي مبارڪ ڏيڻ چاهيان ٿو ۽ هن
لاءِ دعا ڪريان ٿو ته خدا هن کي توفيق ڏئي ته
جنهن منصب (عهدي) تي هو ويٺو آهي، ان لاءِ اهل
ثابت ٿئي ٿو يا نه ان ڪانپوءِ اهو وقت ٻڌائيندو ته
ان (عهدي) جو اهل ثابت ٿئي ٿو يا نه. ان ڪانپوءِ
آءٌ هن Budget تي اچان ٿو، جنهن لاءِ مون کي هڪ
شاعر جو شعر ياد اچي ٿو ته

ڪهني هين جسڪو عشق، وه خلل هي دماغ ڪا
ڪهتي هين جسڪو بجيٽ، وه دهوڪا هي عوام ڪا

جناب وزير خزانه صاحب هن ملڪ جي غريب عوام
کي پيٽرول تي جا وڏي رعايت ڏني آهي ۽ اها سخاوت
ڏيکاري آهي جو آءٌ سمجهان ٿو ته حاتم طائي ۽
نوشيروان به پنهنجي قبر ۾ شرمائيندا هوندا ته اسان کان
پوءِ به ڪو نوشيروان اچڻ وارو هوندو جنهن جو اسانکي
انتظار ڪرڻ کپندو هو ۽ هي نالو مشهور نه ٿئي ها.

وزير خزانه صاحب منهنجو پراڻو دوست آهي، جنهن کي اڄ
جي لاءِ عزت آهي، پر آءٌ ان کان پڇان ٿو ته آخر اهي
٢٠، ٣٠- ٤٠ پئسا ڪهڙي حساب سان ڪٿي آيا آهن،
جڏهن ته اوهان بازار وڃو ته فقير به ٢٠ پئسا
وٺڻ لاءِ تيار نه آهي، اوهان هن غريب قوم تي اهڙو
ڏاڍو احسان ڇو ڪري رهيا آهيو، ٢٠- ٣٠- ٤٠ پئسن
جو احسان نه آهي. حقيقت هي آهي ته بازار ۾ ڪروڊ آئل
جو ڊرم ٣٠ ڊالرن ۾ وڪامندو هو، هاڻي ١٠ ڊالرن
جو ٿي ويو آهي. انصاف جي تقاضا هيءَ هئي ته
(Proportion) تي جيترو به گهٽ ٿيو آهي، انجو هڙ
غريب عوام کي به فائدو ملڻ گهرجي ها. هي احسان نه
آهي، نه ڪا رعايت آهي. حقيقت ۾ اسان کي هر
مهيني اهو ٻڌايو ٿو وڃي ته پاڪستان رمضان جي مهيني
۾ وجود ۾ آيو، هي اسيمبلي جو هال به رمضان ۾ ٺهيو
ته آءٌ پڇان ٿو ته هيءَ بجيٽ به رمضان جي مهيني ۾
آئي آهي! ڇا هي هن بجيٽ ۾ انصاف آهي؟؟ ۽ قانون
جي مطابق آهي؟ اوهان جا شيءِ ١٠ روپين ۾ خريد
ڪري رهيا آهيو اها ونهنجي غريب عوام کي ٣٠ روپين
۾ وڪڻي رهيا آهيو. جڏهن اوهان هڪ غريب دوڪاندار
کي جيڪو غريب آهي هڪ روپئي واري شيءِ رمضان
جي مهيني ۾ ڏيڍ روپئي وڪڻي ٿو ته اوهان ان کي
پڪڙي جيل ۾ وجهي ٿا ڇڏيو. ته ڇو نه منافعو خوري
ٿو ڪريو، ته ڇا هي منافع خوري نه آهي!؟ ۽ اها ..

رمضان جي مهيني ۾!! اوهان سلوڪيو جـــو هتان قائداعظم جي تصوير لاهي ڇڏي، جي قائداعظم جــي تصوير هجي ها ته آءُ سمجهان ٿو ته ان تصوير مان به ڳوڙها ڳڙن ها.

ان ڪانپوءِ آءُ هن بجيٽ جي انگن اکرن تي اچان ٿو، جيڪي ان ۾ ٻيون ڳالهيون ڪيون ويـــون آهن.

جناب اعليٰ:- ان جا وسائل جي آهن سـي in Budget Brief ۾ ڏنا ويا آهن ته اندروني آمدني جا ملڪ جي ٽيڪسن مان اچي ٿي اما آهي هڪ لک ۳۱ هزار ۳ سئو ۶۲ ملين روپيه، ٻين ذريعن ڪان جا آمدني آهي ۵ ۲ هزار ۹ سئو ۶۶ ملين روپيه هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿـــو ته External Resources (ٻاهريان ذريعا) جيڪـي آهن سو حساب اٿين آهي ته ڪو ماڻهو چوي ته آءُ چوري ڪري ۱۰ هزار ڪڻي اينڊس اهي بـ بجيٽ ۾ شامل ڪجو، مان ٻئي ۲۰ هزار ڪڻي اينڊس اهي بـ بجيٽ ۾ داخل ڪجو.

جناب اعليٰ:- اهي جيڪي وسيلا (ذريعا) آهن سي مستقل نه آهن ۽ هي دنيا جو پهريون ملڪ آهي جنهن ۾ ٻاهرين امداد (Aid) ۽ ٻاهرين وسيلن کـي جيڪي آهن بجيٽ ۾ پيش ڪيا وڃن ٿا، جڏهن تـه دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ٻاهرين امداد (Aid) ملي سان ٿي ترقي (Development) تي خرچ ڪئي وڃي ٿـي اهـا عام بجيٽ (Regularbudget) ۾ نه ايندي آهي ان ڪري

بوء جهڙڪا آمدني ٿئي ٿي ساڳئين خرچ ٿي رهي آهي
آءِ ٿـو اوهانکي ٻڌايان جناب هن دفعي جهڪو دفاع
(Defence) تـــي خــرچ ٿـــي رهيــو آهـــي ٣٨٠٥
انتظاميہ (Administration) تي ٤٠٦ ۽ ٤١٠٦ ان جو
تخمينو (Total) لڳايو ته ٽوٽل ٨٤٠٧٪ ٿئي ٿو ۽ ان ۾
(Law & Order) تي ١٠٩٠ لڳايو ويو آهي، جي اهو
ملايــو ته ٨٦-٦٪ ٿي وڃي ٿو ان مــان جيڪڏهــن
(Externat Resources) ٻهريان ذريعا ڪيڏي ڇڏيو
ته باقي ڪجهه نٿو بچي هن بدنصيب قـوم لاءِ هي
ڪٿان جو انصاف آهي 86% ڪنهن تـي اوهـان خرچ
ڪري رهيا آهيو! چند خاندانن تي خرچ ... رهيا آهيو
هي اوهان فوج تي خرچ ڪري ... رهيا ... ۽ آفيسرن
(Bureaucracy) تي ... رهيا آهيو، انهن جو
... ڪيترو آهي ... ... تو ته پاڪستان جي ٩
... ... خـــانــدان جيڪي
... ... رهيا آهن اهي ٤٠ لکن کان وڌيڪ
... آهن ته ڇا ... بدنصيبي نه آهي؟ بجيٽ ۾ هن
قوم جي ته سارا اٺ ڪروڙ انسان ١٠٪ يا ١٢٪
تي گذارن ڪن ۽ باقي ٤٠ لک جي آهي ٨٦٪ بجيٽ
هن ملڪ جي کڻي وڃن، ڪيتري نه شرم جي ڳالهه
آهي!!! قائداعظم پاڪستان انهلاءِ ٺاهيو هو؟ ته هي ٤٠
لک ماڻهو جيڪي آهن اهي ٿـي عيش عشرت ڪن،
باقي ماڻهو جيڪي آهن اهي بکيا ۽ اگهاڙا رهن، هي

جيڪي ڳالهيون آهن ته مون اوهان جي بجيٽ مان
اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪيون آهن، خدارا ڪو عقل
کان ڪم وٺو، ڪو اهڙو ڪم ڪيو جنهن سان
پاڪستان به بچي ان جي بقا به ۽ غريب عوام ڪي به
"هو احساس ٿئي پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ اسان سان ڪهڙو
سلوڪ ڪيو ويو. اسان جڏهن گڏيل هندوستان ۾ هئا
سين ته اسانجو استحصال ڪيو ويندو هو ۽ انهن سببن
جي ڪري ئي پاڪستان ٺهيو ۽ اهو گڏيل هندوستان ٽٽو
جيڪڏهن پاڪستان ۾ به اهو ئي حال رهيو ته اسان کي
سوچڻو پوندو ته آيا پاڪستان ۾ انهن جو
مستقبل (Future) آهي يا نه؟ ان ڪانپوءِ جناب اعليٰ آءُ
پين فقرن تي اچان ٿو. صوبن جو حصو (ProvincesShare)
جيڪو وفاقي فنڊ ( Centre Fund ) مان ملي رهيو
آهي، ورهايو ويو آهي. حالانڪ جڏهن مشرقي پاڪستان
هو ته مشرقي پاڪستان جا پاڻر سدائين اها شڪايت
ڪندا هئا ته وفاقي فنڊ آدمشماري مطابق ورهائي ڏهرجي،
ار ان وقت هتان (مغربي) پاڪستان جا صاحب چوندا
هئا ته اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، هو ته ننڍو صوبو آهي
آدمشماري (PopulationE) گهڻي آهي چاهي آخر جڏهن
مشرقي پاڪستان الڳ ٿي ويو ۽
مشرقي پاڪستان کي الڳ ڪرڻ جا سبب به اهي ئي
هئا. الڳ ڪيو ويو هو، ٺيڪ نه هو!! اهو وڏو قصو
آهي. هن وقت آءٌ ان کي ڇڏڻ مناسب ٿو سمجهان ان

ڪائنپوءِ جيڪو ٿيو، اهو هي ته هڪ ڪميشن قائم ڪئي وئي، جنهن ۱۹۷۵ع ۾ هي فيصلو ڏنو ته ان طرح (Proportion) تي آدمشاري مطابق ۽ اهو نيو آهي ۹۷.۵ پنجاب، ۲۳.۲۴ سنڌ، ۱۳.۲۹ سرحد ۽ ۳.۲ بلوچستان، حالانڪ آءٌ سمجهان ٿو ته هي هڪڙو فيصلو (Decision) ٿيو آهي غلط آهي، پر ان ڪانپوءِ جيڪو فيصلو ٿيو آهي ان تي ڪهڙي طرح عمل ڪيو ٿو وڃي اوهان هر سال جا فنڊ جيڪي ورهايا ويا آهن، اهي اوهان ٿورو ٻڌو، پنجاب کي مليو آهي ۴۸۶۶ ملين (Million)، سنڌ کي ۱۸۹۵ ملين (Million) سرحد ۲۹۲۴ ملين (Million) ۽ بلوچستان کي ۸۶۵ (Million) روپيه ۽ سنڌ جو جيڪو حق (Right) ٿئي ٿو انهن جي ورڇ مطابق ۲۴۰۰ مليئن ٿئي ٿو ۽ ان کي ڏنو ويو آهي ۱۸۹۵ ملين، ان مان معنيٰ ۵۰ ڪروڙ روپيه ان جي حصي مان سنڌ کي گهٽ ڏنا ويا آهن. پوءِ جڏهن اسان هتي شڪايت ڪريون ٿا ته چون ٿا هي صوبائيت ڦهلائي رهيا آهن.

جناب اعليٰ- پنهنجو حق گهرڻ صوبائيت نه آهي، جيڪي اسانجا حق غضب ڪري رهيا آهن اهي غاصب آهن، اسان انهن کان حق گهرڻ چاهيون ٿا، سنڌ جو عوام ته ايترو غريب آهي جيترو ٻين صوبن جو، آءٌ اهو نه ٿو چوان ته ڪنهن صوبي جي مالڪن ڪاڏا آهن، جيڪي ڪاٽي رهيا آهن اوهان کي خبر آهي، ڪاٽي رهيا

آهي، افسر شاهي ۽ فوجي جنتا ۽ انهن جا ايجنٽ ڪاڻي رهيا آهن.

غريب ماڻهو رڙيون ڪري رهيا آهن. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ عوام جي حالت بهتر نه ٿي آهي. آخر هن وڏي فوج ظفر موج مونکي افسوس سان چوڻو ٿو پوي پنهنجي فوج تي به طنز (Criticise) ڪرڻو ٿو پوي ان اچ اسان سياستدانن کان ته حساب ورتو ته توهان ڇا ڪيو آهي؟ پر آءٌ انهن کان به حساب وٺڻ گهران ٿو ته اهي ٻڌائن ته ٢٧ سالن جي زندگي ۾ اوهان ڪيتريون جنگيون لڙيون آهن.

انهن ۾ دشمن جا ماڻهو ڪيترا ماريا آهن يا پنهنجي ملڪ جا ماڻهو ڪيترا ماريا آهن؟ انهن پنهنجي ملڪ جا ماڻهو ڪيترا ماريا آهن، اسان جي سنڌ ۾ هڪ چوڻي آهي ته ”شيرشاهه جو شڪرو گهر جا ڪُڪڙ ماري“.

هي شيرشاهه جو شڪرو آهي جيڪو پنهنجائي ماڻهو ٿو ماري، انهن بلوچستان ۾ پنهنجن ڏي ماڻهن کي ماريو، انهن سنڌ ۾ فسادن (Agitation) دوران پنهنجي ئي ماڻهن کي ماريو ۽ ٻوءِ ٧ سالن جي عرصي جي ان فوجي جنتا جي ڪارڪردگي اوهان جي سامهون آهي.

جناب اعليٰ:- اڄ چيو ٿو وڃي ته رشوت بند ڪئي وڃي، آءٌ چوان ٿو ڪٿي رشوت بند ٿيندي؟ انهن فوجي جنرلن ڪروڙين روپيه ڪمايا آهن، اربين روپيه ڪمايا آهن، اڄ دنيا جا امير ترين جنرل سڏائن ٿا پنهنجو پاڻ

ڪي، اڳئين دفعي مونسان هڪ واقعو ٿيو، هتي بادشاه جي محل ۾ دربار ٿي هئي، اسان به ان دربار ۾ ويا هئاسين جڏهن ٻاهر نڪتاسين ته گاڏين جي قطار ڏٺي سين، گاڏيون ڪي جڏهن ڏٺوسين ته سڀني تي ملٽري جا نمبر لڳل هئا آهي ٢٨٠ مرسيڊيز يا ڪرائون هيون، ڪڏهن فوجي جنرل ايئرڪنڊيشن ڪارن ۾ ويهي ملڪ لاءِ جنگ ڪندا آهن. جناب اعليٰ:- اها ڳالهه دل سان چوان ٿو ته هيءَ فوج جيڪا آهي، مانائيٽنگ فوج نه آهي پر هي حڪمران فوج آهي، هيءَ هن ملڪ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ آئي آهي، ۽ ان لاءِ هيءَ فوج (وڙهڻ) لاءِ نه ناهي وٺي آهي. هنن جو مقصد ٿي اهو هو، ۽ هاڻي اها ڪڏهن ختم نه ٿيندي. جيستائين هي مٿي وارا حاڪم جيڪي آهن درست نه ٿيندا، جڏهن وزير درست نه ٿيندا، جڏهن جنرل درست نه ٿيندا، جڏهن صدر درست نه ٿيندو ۽ جڏهن وڏا وڏا آفيسر درست نه ٿيندا. منهنجي ضلعي ۾ هڪ (AntiCorruptionofficer) آيو، ان ميٽنگ ڪئي، سڀني آفيسرن کي سڏايو، چيو ته رشوت جي ڏاڍي شڪايت آهي، اوهان چاڪري رهيا آهيو. انهن جواب ڏنو ته سائين اسانجي رشوت چاتا ڏسو، جيڪي مٿي آهن پهرين ان کي بند ڪرايو، پوءِ هتي اچو، اتي ڳالهه هئين، ڪلي دل سان رشوت ورتي وڃي ٿي. اها ڪنهنجو ناٿو ڪٿان، مناسب به نه آهي، اها ڪنهن جو بس نالو به نٿو چاهيان، اوهان چاڻو ٿا ته مارشل لا ختم ٿي ويو

آهي، ڪالهه منهنجي هڪ دوست مان ان جي ڏاڍي
عزت ڪندو آهيان خواجه صاحب اٿون چيو ته اوهان صدر
جي ذات تي تنقيد نه ٿا ڪري سگهو.

جناب اعليٰ، اوهان بار بار هتي چئو ٿا ته هتي اسلامي
حڪومت آهي، ڇوته اسلام جي ناني تي ٺهي آهي ته
ڇا انهيءَ جو صدر جيڪو اهو حضرت عمر خليفه کان به
مٿي آهي؟ جيڪڏهن اهڙي ڳالهه ٿي سگهي پيو ته
تنهنجو ڪرتو اڳترو وڏو ڇو آهي ته هو جواب
ڏيندو هئو عمر ڪٿان آسمان مان آيو آهي جو اهو
حساب ڪنو ڏئي سگهي.

هن کي حساب ڏيڻو پوندو يا ته اوهين اسلامي ٿيو
يا انگريز جا پٽو ٿيو، پر هي ته ——— نٿا ٿاهي سگهو
جڏهن اوهان کي ضرورت پوي ته هن ڪيس هليا وڃو
انگريز جي ڪيس ۾ اڳيان ضرورت پوي ته اسلام جي
ڪيس ۾ هليا وڃو. اوهين ڪهڙي ڪيس ۾ اچو.
اوهين ڪنهن کي به اگر اوهين اسلامي حڪومت چئي
رهيا آهيو ته پوءِ ڪنهن کي فوقيت نه آهي، ڇاهي
اهو صدر هجي، يا ڪير به هجي. ٿا مارشل لاءِ ختم
ٿي ويو، جناب عالي. هتي هي تقرير پڙهي ته مارشل لاءِ
جي پيٽ مان جمهوريت نڪتي آهي. پر آخر ڀي
تي ويندو آهي، اهو جيڪو پيٽ مان نڪرندو جيڪو
پيدا ٿيندو اهو ٻيءَ جو سڏائيندو مارشلا جي جيڪا
ڪک هوندي اها ڪک به اهائي ڪک هوندي. هاڻ

چاهيون ٿا ۽ انهي‌ءَ قوم سان تعلق رکون ٿا جن پاڪستان ٺاهيو. اگر اها غلطي آهي ته بلاشڪ اسان کي سزا ملڻ گهرجي ۽ اگر نه ته اسان سان به اهوئي انصاف ٿيڻ گهرجي جيڪو باقي صوبن سان ٿي رهيو آهي.

جناب اعلي انهيءَ ڪان پوءِ هڪ بي شي به Mension ڪندس اها آهي Federal Public Sactor ۾ Flood Control جي لاءِ پيسا ڏنا ويا آهن. هاڻ اهي ڪهڙي طرح ورهايا ويا آهن جو Proportion آهي اهو ته مون پهرين اوهان کي پڙهي ٻڌايو آهي هاڻ ٨٥٠٨٦ ۾ پنجاب ٦٢٦ ملين، سنڌ ٣٣ ملين، سرحد ١٢ ملين بلوچستان ١٢ ملين، ۽ ٨٦٠٨٧ ۾ پنجاب ١٠٧ ملين، سنڌ ٢٨ ملين، سرحد ١٠ ملين، بلوچستان زيرو.

جناب اعلي سنڌ ۾ سنڌو درياءَ ڪافي ڊگهي علائقي ۾ وهندو آهي اسان وٽ ايريگيشن جو سڀ کان وڏو سسٽم آهي ۽ ٻوڏون به اسان وٽ ٻن قسمن جون اينديون آهن، هڪ دريائن جي ٻوڏ هوندي آهي ۽ ٻي پهاڙن جي ٻوڏ هوندي آهي جيڪا پنجاب کان ايندي آهي ۽ ويجهي وهڪري جيڪا ٻوڏ ايندي آهي اها سموري سنڌ کي ٻوڙي ويندي آهي. جڏهن اوهان هڪ Proportion مقرر ڪيو آهي ته پوءِ سڀني سان انصاف ٿيڻ گهرجي ۽ هر معاملي ۾ اهو طريقه ڪار مان سمجهان ٿو ته مناسب ڪونهي. انڪاپوءِ هي چوڻ ٿا ته مارشلا ختم ٿي ويو، اسان وٽ ٻن قسمن جا Weapon

هوندا آهن هڪڙي کي چوندا آهن AutomaticWeapon ۽ هڪڙي کي Semi automatic Weapon ته اڌڪلهه جيڪو هلي پيو. (Semi) سارشلا آهي اسيمبليون موجود آهن اسيمبلن کي قانون سازي جو اختيار آهي. ليڪن اسيمبليز کي حڪومت ڏاهڻ جو اختيار ڪونهي. سينيٽ اسيمبلي جي ۲۳ ميمبرن کي اهو عقل ڪونهي ته اهي پنهنجي مرضي سان ٻاڻ پنهنجو ليڊر چونڊين. اهيو صرف هڪ فرد واحد کي حق آهي ته اهو استغاره جيڪو هن جي ذهن ۾ اچي اهو استغاره ڪري چئي ڇڏي ته فلاڻو ماڻهو جيڪو آهي اهو منهنجي استغاره ۾ آهي انهيءَ کي وزيراعظم ڪيو ۽ هتي صوبن ۾. ايجنٽ صاحبان جيڪي آهن اهي وينا آهن اهي پنهنجا فيصلا ڪندا. اهي به استغاره ڪندا ڏورڻي ڳالهه. آهي ته عالمن جا جيڪي ايجنٽ هوندا آهن اهي به عالم هوندا آهن. فاضل هوندا آهن. ۽ اهي فيصلا ڪندا ته ڪير انهن جو وزيراعلي. تيئن ڪهڙي اتان جي ميمبرن کي ڪوبه حق ناهي ته اهي فيصلا ڪن ته انهن جو نمائندو ڪير ٿئي. ان کان علاوه جناب اعلي!- هتي هي صوبو جاڪاڻ ته، زراعتي صوبو آهي ۽ گهڻو ڪري هتي زراعت تي ماڻهن جو انحصار آهي ۽ زراعت جي لاءِ جيڪي ڪجهه ڪيو ويو آهي سان سمجهان ٿو ته جيترو بجيٽ زراعت تي ايندو آهي اهو افسران اعلي، انهن جي ايئرڪنڊيشنرن جي لاءِ، انهن

جي ڳاڙين جي لاءِ ۽ انهن جي بنگلن جي لاءِ هوندو آهي. انهيءَ کانسواءِ زراعت پيشي ماڻهن کي ڪجهه به فائدو ڪونه ٿو ٿئي.

فرٽيلائيزر انهن کي مهانگي اگهه ۾ ٽريڪٽر ملي ٿو مهانگا ٿي ويا آهن. بدامني جو اهو حال آهي ته سنڌ ۾ ماڻهن جا ٽريڪٽر زبردستي کسي ويندا آهن، ماڻهو پنڪ ڏئي آهي ٽريڪٽر واپس آڻيندا آهن جي نه ته پوءِ انهن جي ٽريڪٽرن کي ضايع ڪيو ويندو آهي. انهن حالتن ۾ چانور جو اگهه ٽي دفعه وڌايو ويو جنهن باسمتي چانور چاڪڻ ته پنجاب ۾ ٿيو ٿئي انهيءَ جو اگهه ٢٧ روپيه وڌايو ويو ۽ جڏهن ڪي چانور سنڌ ۾ ٿيو ٿئي انهي جو اگهه ٥-١ روپيه وڌايو ويو. اهڙا ڏاڍي عجيب ڳالهه آهي ۽ ڏک ڏيڻ واري ڳالهه آهي ته سنڌ جي ماڻهن سان هن طرح جو سلوڪ ڪيو ٿيو وڃي ۽ ايگريڪلچر ۾ اسان هر معاملي ۾ فاضل آهيون. اسان وٽ ڪڻڪ وڌيڪ ٿيندي آهي، اسين سموري پاڪستان کي ڏئي رهيا آهيون اسان وٽ چانور وڌيڪ آهي انهي کي ٻاهر موڪلي رهيا آهيون. اسان وٽ ڪپهه وڌيڪ آهي. سڀ شيون اسان وٽ آهن ان کان پوءِ به جيئن منهنجي معزز ميمبر سردار آصف چيو ته صوبن جي مفاد انهن جا سياسي ۽ انهن جا اقتصادي حق دٻايا پيا وڃن. انهن کان زبردستي کسيا پيا وڃن. هاڻ اهو جيڪو پيدا ڪرڻ وارو آهي اهو پنهنجو فقير آهي ۽ مرڪزي حڪومت

وٺ ايندو. آهي ته اسان کي روڄ ڏاهڻو آهي ڇو ته پيسا ڏيڻو اسانکي اسپتال ڏاهڻي آهي اسان کي پيسا ڏيو مان چوان ٿو پاڪستان جو مقصد اهيو نه هيو هن کي Centerlize ڪيو وڃي هر مسئلي کي صوبن جا پنهنجا وسيلا جيڪي آهن سي صوبن جي حوالي ڪرڻ کپن. ڀورين خيرات ڪرڻ ڪان شروع ٿيندي آهي جڏهن نه ٿئي ته گهر وارا بک تي ويٺا هجن ۽ مهمان عيش ڪري رهيا هجن. اهيا ته ڏاڍي زيادتي آهي ۽ اوهانجي سينٽر ۾ اڄي جيڪي پئسا آهن مون توهان کي ڀورين ٻڌائي ڇڏيو آهي ٨٦٪ تي ۴٠ لک جي پيٽ ۾ وڃي ٿو ته مان اهيا بدنامي پنجاب کي ڏيڻ لاءِ تيار ناهيان ته پنجاب جا جيڪي ماڻهون آهن سي سڀورا پيسا کائي ٿا وڃن پيسا ته اها ٿي ڪلاس جيڪا آهي مخصوص علائقي سان تعلق رکي ٿي سڄوري پاڪستان سان تعلق ڪونه ٿي رکي، اهي سڀا عيش عشرت ۾ خرچ ٿي رهيا آهن، اڄ مان ڏسي رهيو آهيان ته اسلام آباد ۾ ڪيترا وڏا وڏا بنگلا آهن. اوهين ٻڌي سگهو ٿا ته رشوت بند ٿي وڃي ڪٿين بند ٿي وڃي ان ۾ 90% بيورو ڪريٽس جا بنگلا آهن مان پڇان ٿو بيورو ڪريٽس جي ڪيتري پگهار هوندي وڌ ۾ وڌ ۴ هزار، ۵ هزار ٦ هزار! ٦ هزار جي پگهار وارو اڄڪلهه جي مهانگائي جي دور ۾ پيٽ نٿو پالي سگهي ته اهو ايترا وڏا بنگلا ڪٿين ٿو ڏاهي سگهي. چون ٿا رشوت بند ٿي

ويندي، ڪو نه ٻڌ ٿيندي رشوت! جيسين اوهين انهن
تي سختي سان هٿ نه وجهندا ته بيوروڪريٽس جا جيڪي
ايجنٽ آهن. اهي گورنمنٽ جي اندر گهڙيا ويٺا آهن. اڄ به
اسانجو سياسي وزير خزانه مان ٽي- وي تي ڏسي رهيو
هئس ته هر هر پنهنجي سيڪريٽري ڏانهن ڏسي رهيو
هئو ته ٻڌايو ته ڇا هي هن جو مسئلو ته اسين دست
نگاهه تي ويا آهيون بيوروڪريٽس جا اسانکي ڪپي ته
پنهنجي عليت پيدا ڪرهون. انهن بيوروڪريٽس سمجهان
ڇو ڏڪاره حاصل ڪريون. هي پراڻي دقيانوسي بيورو
ڪريسي جيڪا چار چار دفعا ايڪٽينشن وٺ. ڇڪي
آهي انهن کي هاڻ ايڪٽينشن Extention نه ملڻ گهرجي
ان کانپوءِ جناب اعليٰ ڪالاباغ ڊيم جو مسئلو اچي ٿو
ڪالا باغ ڊيم جي مسئلي تي ڪافي گرماگرم بحث ٿي
آهي، صوبي سرحد جا ماڻهون به شڪايت ڪن ٿا ته
ڪالا ڊيم سان اسان جون زمينون سمجي وينديون ليڪن
اسان کي جيڪا شڪايت آهي اها انهيءَ کان بلڪل
مختلف آهي.

جناب اعليٰ ڪالاباغ ڊيم مان اسان کي جيڪا
شڪايت آهي مان واضح ڪرڻ ٿو چاهيان ته اسان کي
شڪايت آهي ته ڪالاباغ ڊيم ذريعي ڪانپوءِ هي پاڻي
هتان منتقل ڪري سنڌ جو جيڪو حصو آهي اهو پنجاب
کي ڏنو ويندو ۽ جيڪا سنڌ آهي (Barren) ٿي ويندي.
اسان سنڌ کي (Barren) ٿيڻ جو انتظار ڪونهي پراسان جو

مسئلو پيو آهي. اسان جو هڪ ڪروڙ ماڻهو انهيءَ درياهه
جو پاڻي پيئي ٿو جنهن ۾ ڪراچي جهڙو شهر آهي،
حيدرآباد جهڙو شهر آهي، سکر جهڙو شهر ۽ اسانجي ڪاڇي
جو سمورو علائقو آهي جيڪو باراني علائقو آهي اهو به
پاڻي انهن ٿي ڪئنالن مان پيئي، ته اسان جي هڪ
ڪروڙ ماڻهن جي زندگيءَ موت جو مسئلو آهي ان تي
اسين سوديبازي نٿا ڪري سگهون مان حڪومت کي
چوان ٿو ته ڪالاباغ ڊيم کان پهرين سرحد کان پڇو
گهرجي ته سنڌ جي پنهنجي حڪومت جيڪا اسان جي نمائنده
حڪومت ڪونهي ان کي ڪو به حق ڪونهي
اسان جي طرفان ڳالهائڻ جو اگر حڪومت ڪو
فيصلو ڪرڻ چاهي ٿي ته سنڌ ۾ ريفرنڊم ڪرائي اگر
سنڌ جو عوام چوي ته ڪالاباغ ٺهي ته ڪالاباغ ٺهي
نه ته اسين ڪونه ٺهڻ ڏينداسون اوهين پهرين ٻي درياهه
هندستان کي وڪڻي آهيو مونکي خبر آهي ڪن ڪن
ماڻهن وڪيا هئا ۽ انهي ڪميشن جي به مونکي خبر
آهي ته ڪيترا پيسا فارن ايڪسچينج ۾ ورتا هئا ۽
مونکي خبر آهي باقي ٻي درياهه جيڪي بچيا آهن
انهن منجهان ٻن تي منگلاڊيم ٺهيو ويو آهي انهيءَ ڪري
منجهان اسان کي هڪ ڦڙي پاڻي جي به نٿي ملي ۽
باقي رهيو سنڌ جو درياهه جيڪو اصل ۾ انسانيت جي
نقطه نگاهه کان سنڌ جو ئي حق هئو انهي تي هڪ ٻه
بيراجون پنجاب ۾ ٺهي ويون ۽ هاڻ جيڪو پاڻي بچي

ويو اهو قرض جي حساب سان اسان وٽ اچي رهيو آهي
ٺهي، تي به اوهين قبضو ڪرڻ چاهيو ٿا منهنجا دوست
چوڻا ته پراجيڪٽ ٺهندو ۽ ته ڪي آباد زمين چاهيون
ٿا ته ڇا اسين پنهنجو علائقو Barren ڪرڻ چاهيون ٿا
اسان ڪونه ڪرڻ ڏينداسين سائين مرڻ کان پهرين
اگر اڄ سان مرون، اجايل مرڻ کان پهرين اسين گوليون
کائي مرڻ وڌيڪ بهتر ٿا سمجهون ته پوءِ اچو آپريشن
ڪيو سنڌ جي ماڻهن تي ۽ گوليون هلايو، اسان پهرين
به گوليون ڏنيون آهن پر اسين زبردستي ڪابه شيءِ
ڪرڻ نه ڏينداسين، ڪالاباغ اسانجي حقن جي خلاف
آهي اسين ڪونه ڏيڻ ڏينداسين اگر هو بجلي ٺاهن ته
ته بيشڪ ٺاهين، مٿي ٺاهين ڪنهن بي جڳهه تي ٺاهين
پر پاڻي جو هڪ قطرو به اسين ڏيڻ لاءِ تيار نه آهيون
چاڪاڻ ته سنڌ جو جيڪو درياهه آهي ڪڏهن هندوستان
کان آخر تائين سنڌ جي ماڻهن جو حق آهي ۽ سنڌ جا
ماڻهو ان منجهان پاڻي به پيئندا آهن ۽ روزي به ڪمائيندا
آهن اسين پنهنجو پاڻي ۽ روزي ڪنهن به قيمت تي
وڃائڻ لاءِ تيار ناهيون چاهي ان لاءِ ڪيترو به خرچ
ملي اسين واپاري ناهيون سائين جناب اعليٰ. هن ملڪ
جا سياسي مسئلا آهن جيڪي گذريل عرصي کان رکيل
آهن چاڪاڻ ته هن ملڪ ۾ مارشلا رهيو آهي سياست
ناهي ۽ نشان ئي نه هئي سياسي مسئلا جيڪي آهن اهي
حل ناهن ڪيا ويا هاڻ سياسي مسئلا حل ڪرڻ ڏ ...

ڇاڪاڻ ته سياسي مسئلا سياسي طريقي حل ٿيندا آهن
بيوروڪريٽ اهل يا فوجي اهل سان حل ڪونه ٿيندا
آهن. انهن مسئلن جي لاءِ ڇاڪاڻ ته سڀ کان وڏو
صوبو منهنجو پاڻ پنجاب آهي مان ان ڪري اپيل ٿو
ڪريان ته جڏهن اوهين جنرل پيدا ڪري سگهو ٿا
جڏهن اوهين چيف سيڪريٽري ۽ آءِ جي پيدا ڪري
سگهو ٿا ته پوءِ ڇونه اهڙا سياستدان به پيدا ڪيون
جو ويهي اسان سان گڏ ٽيبل تي ويهي ڳالهيون ڪريون
مونکي افسوس سان چوڻو پوي ٿو ته هاڻ جيڪي حالتون
آهن هن حڪومت ۾ اسين ويٺا آهيون هن ۾ اگر سياسي
مسئلن جي لاءِ پنجاب کان رجوع ڪيو ٿو وڃي ته
اسان لاءِ جنرل ضياءالحق صاحب اسان جي سامهون ويٺو
آهي چئون ٿا ان سان Settle ڪيو ۽ آئيندي ڪي ڏهون
ٿا پن سالن ڏهن سالن کانپوءِ جا ٿيندو؟ ته پوءِ اسانکي
ڏکاخان ۽ راڏورشيد نظر اچن ٿا هاڻ وڃون ته وڃون
ڪيڏانهن هيڏانهن چئون ٿا جنت هوڏانهن جهنم هتي ته
جنت جهنم به ڪونهي هتي ته ٻاهر ۽ جهنم آهي.
خدا جي واسطي عقل کان ڪم وٺو پاڪستان
جي بقا اوهان جي هٿن ۾ آهي اوهان جو سڀني کان
وڏو صوبو آهي. توهان وڏا پاڻ آهيو اوهان سياسي طور
تي پنهنجي اهليت ثابت ڪيو اوهين آهيو نه ثابت ڪيو
اوهين سياسي طور تي نااهل آهيو انهي وجهه سان هن
ملڪ کي نقصان رسي رهيو آهي. اوير پاڪستان جي

عليحدگي به انهي سياسي نااهليءَ جي سبب تي ؛ اڄ به
ڪليل دل سان اوهان کي پڌائي رهيو آهيان ته سنڌ ۾
حالتيون ڏاڍيون خراب آهن ڏاڍيون خراب آهن! ڪلا
نعرا لڳي رهيا آهن ته جيڪو پاڪستان جو يار آهي
اهو سنڌ جو غدار آهي پٽين تي لکيل آهن. هر جڳهه لکيل
آهن اسانجي نئين نسل هندن کان ناواقف هئي. انهن
کي خبر ناهي ته هنن ڪان پهرين ڇا ٿيو اهــي ته
هنيئر ڏسي رهيا آهن ته هنن سان ڇا ٿي رهيو آهي.

اسين پنهنجي صوبي ۾ غلامي جي زندگي بسر ڪري
رهيا آهيون. اسان جي زمين تي قبضو آهي. اسان جي
نوڪرين تي قبضو آهي. هنيئر به مون کي افسوس سان
چوڻو ٿو پوي ته ڪو سپاهي ڪراچي ۾ مري ٿــو ته
اخبار ۾ پڙهون ٿا ته انهيءَ مرحوم جو لاش جهلم موڪليو
ويو. اگــر اسان وٽ ڪو سپاهي به ڪونهي جيڪو
انهي جو اهل هجي ته پوءِ هي لکين بيروزگار B-A ؟
ميٽرڪ پاس ڪٿي ڏڪا پيا کائن. خدا جــي واسطي
حالتن کي ٺيڪ ڪريو ورنه پاڪستان جي بقا جيڪا
آهي مان عرض ڪيان پيو ته تاس تــي لڳل آهــي ؟
انهيءَ کي ٺيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

پاڪستان اسان کي ڏاڍو پيارو آهي. اسان سڀني ۾
وڏو صوبو اهو آهي جنهن پاڪستان لاءِ جدوجهد ڪئي
اهو ١٩٣٦ع ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ ٺهراءُ پــاس ڪيو تــه
هتي پاڪستان ٺهندو آهي ١٩٤٠ع جو ٺهراءُ ته پوءِ جي

ڳالهه آهي. منهنجا ڪجهه دوست پڻان پيو پويان چئي رهيا آهن جڏهن اوهان ٻي وارتي اچي اوهين بلڪل ٺيڪ سان ڪا غلط ڳالهه ڪونه پيو ڪريان. ليڪن خدا جي واسطي پنهنجي اندر ايتري جرائت پيدا ڪريو جو پنهنجي مظلوم ڀاءُ جي آواز ٻڌو. اوهان هميشه پنهنجي آواز سان سيني ڪسي دهاڙ جي ڪوشش نه ڪريو پاڪستان سنڌ جي ماڻهن ٺاهيو هئو، پاڪستان اوپر پاڪستان جي ماڻهن ٺاهيو هئو، مون کي خبر آهي ته پنجاب مسلم ليگ کي ووٽ ڪونه ڏنو هئو ۽ نه ريزرو فورس ٺهي هئي ۽ قائداعظم جڏهن لاهور جي اسٽيشن تي آيو هئو ته ان تي ٽولپس Sevre ڪرايو ويو هئو ته اوهين واپس هليا ويو. اوهين لاهور نه اچي سگهو ۽ اڄ انهن ماڻهن کي اوهين سرٽيفڪيٽ ورهائي رهيا آهيو ۽ سرٽيفڪيٽ ڪير ورهائي رهيا آهن جا خدارا ٺهر آهي هن قوم تي ته جن پاڪستان جي لاءِ جدوجهد ڪئي اڄ اهي محتاج آهن ته انهن ماڻهن کان سرٽيفڪيٽ وٺن جيڪي انوقت انگريزن جا ايجنٽ هئا يا فوجي جنتا جا ايجنٽ هئا. اهي ماڻهن کي سنگينن سان پيچي رهيا هئا اڄ اسان کي اسلام جو سرٽيفڪيٽ ۽ محب وطني جو سرٽيفڪيٽ انهن ماڻهن کان وٺڻو ٿو پوي هي ڪهڙي شرمناڪ ڳالهه آهي اسان پاڪستان ٺاهيو هئو ڪنهن فوجي جي چوڻ تي ڪونه ٺاهيو هئو. اسان ماڻهن محنت ڪئي هئي، رات ڏينهن اسين ڊوڙيا هئاسين. اسين

پوءِ ته پوءِ ٻاهي گهر ٺاهيو ويندو آهـــي ملڪ سان
وفاداري هوندي آهي سائين انسان وفا ڪندا آهن جيڪي
ازهان جي حقن جو تحفظ ڪندا آهن اوهين انهن لاءِ
ساهه ڏئي ڇڏيو. منهنجا ڪيترا پائر هتي هوندا جيڪي
هندوستان ۾ رهندا هئا. هاڻ هو هتي اچي ويا آهن
انهن جون پنجاهه پشتون يا ١٠٠ پشتون اتي رهنديون
هيون. اڄ هو هتي اچي ويا آهن مان انهن کان پڇان
ٿو ته توهان هن زمين کي پنهنجو وطن چوندو؟ چوندا
نه. ڇـــاڪاڻ ته هن زمين هنن کـــي امان نه ڏني.
هتي سان انصاف نه ڪيو. هنن جي حقن کـي غصب
ڪيو. هو زمين ڇڏي ويا. ڇڏي آيا آهن ۽ اگر اڄ
به اسان وٽ ڪو پارليمينٽ هجي هن کي حڪم ڪجي
ته انهن گهوٽ تي وڃي بمباري ڪر ته هو ان گهوٽ تي
وڃـي بمباري ڪري ايندو. ڇاڪاڻ تـه هو ان زمين
کي پنهنجي زمين قبول نٿـو ڪري. خدا جي واسطي
اسان کـي انهي منـزل تي نـه وٺي اچـو تـه اسين
پنهنجي زمين کي پنهنجي زمين نـه سمجهون. پنهنجي
گهر کي پنهنجو گهر نـه سمجهون. اسان سان ســـ
ڪيو ۽ پائيچاري جون ڳالهيون ڪيو ۽ سياسي مسئلا
کي سياسي طريقي سان حـل ڪيو پيار ۽ محبت سان
ٿيندو. هڪ ٻئي جو احترام ۽ عزت ڪرڻ سان ٿيندو
پائيدار ويهو. خدا جي واسطي ٻهراڙين هتي
ڪوٺي سياسي ساٿيون اڳيان آئيو مونکي افسوس سان

ٿو سمجهي ۽ اهڙي ريت ڪو صاحب پنجابي شايد سنڌي جي سمجهه ۾ اچي ٿي وڃي يا ڪو بلوچي ۾ ڳالهائي نه ڪير ٿو سمجهي ته انهن حالتن ۾ اسين الڳ الڳ ثقافتون وٺي ڪري ٿيا آهيون هي هڪ قسم جي U.N.O آهي اسان جي انهن ۾ اگر اوهين انصاف نه ڪندا ۽ انصاف سان نه هلندا ته هي ثقافتون زور وٺنديون ۽ ان جا نتيجا ملڪ لاءِ سٺا نه هوندا.

جناب اسپيڪر:- مان نهايت ئي اوهان جو مشڪور ۽ ممنون آهيان جو اوهان مون کي سڄو ٽائيم ڏنو ۽ مان هال جو به نهايت ئي شڪرگذار آهيان جو آخر ۾ مان سڀني کان معذرت خواهه آهيان اگر ڪنهن کي رنج پهتو آهي ته پاڪستان جي پيار جي وجهه سان ٿيو آهي ۽ منهنجي دل جي ساڙ جي وجهه سان ٿيو آهي.

انهن کي ڏک نه هئڻ گهرجي انهن مسئلن جو حل ڳولهون ۽ پاڪستان کي اڳتي وڌايون ۽ Prosper ڪيون پاڪستان زنده باد.

خدا حافظ



جناب اسپيڪر صاحب-

مان پنهنجي خيالن جي اظهار ڪان اڳ هڪ اخبار جو ٽڪرو توهان جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ چاهيان ٿو، هي ١٨ جون ١٩٨٦ع جي روزانه جنگ مان آهي سنڌ ۾ حڪومت ڪنهن جي؟ مان هڪ محب وطن پاڪستاني جي حيثيت ۾ ڪجهه لفظ لڪيل خط جي صورت ۾ توهان جي اڳيان پيش ڪريان ٿو. مون کي اميد آهي ته هي ڪجهه لفظ رديءَ جي ٽوڪري جي حوالي ڪونه ٿيندا . تمام گهڻي وقت کان ٽي- وي (T.V) ريڊيو ۽ اخبار جي وسيلي عوام کي آگاهه ڪيو پيو وڃي، ته چادر ۽ چوديواري جي حفاظت اسان جو نصب العين آهي، مگر ڏسڻ ۾ اهي فقط لفظ آهن، استعمال ۾ نه ايندا آهن، سنڌ جي صورت حال هي آهي جو نه چادر جي حفاظت آهي، نه ڪي چوديواري جي، سر عام، اغوا- ڌاڙا ۽ قتل غارت ٿي رهيو آهي، سنڌ جي انتظاميه، سنڌ جي اندروني حالتن ڪان واقف آهي. پوءِ به انتظاميه خاموشيءَ سان تماشو ڏسي رهي آهي. جيڪو به شخص چالاڪ ٿئي ٿو، لکين روپيه ڏئي خيريت سان پنهنجي گهر پهچي، وڃي ٿو جڏهن ان کان اڪين ڏٺو احوال پڇيو وڃي ٿو ته اغوا ٿيل شخص ٻڌائي

ٿو ته انتظاميه جا وڏا آفيسر رات جي اونداهي ۾ اچي ڌاڙيلن کان پنهنجو حصو وٺي چپ چاپ واپس هليا وڃن ٿا. گهڻو ڪري اڪثر ڌاڙيلن جا ٽولا پوليس آفيسرن جي بنگلن ۽ ڪوارٽرن ۾ سڄو ڏينهن ساهه پٽي آرام ڪري رات جو پنهنجي چڱي ڪم سان لڳي وڃن ٿا. پوليس آفيسرن کي پنهنجي تعلقي هيڊ ڪوارٽر جي حد ۾ جيترا به ڌوهاري آهن، انهن سڀني جو پتو آهي. سنڌ پوليس کان ڪابه ڳالهه لڪل ڪانه آهي. هو هر پاڙي کان واقف آهن، پوءِ به هي ڌاڙيل گرفتار ڇو نه ٿا ٿين. سنڌ جو عوام انتظاميه کان ايتري قدر نفرت ٿو ڪري جو هو انتظاميه جو نالو ٻڌڻ لاءِ به تيار ڪونه آهي. جيستائين انتظاميه ڪمزور آهي تيستائين حفاظت جو ڏونگ ڇو رچايو ويو آهي ۽ اسلام ۾ به هي طريقو آهي ته غريب ظلم جي چڪي ۾ پيسبو رهي ۽ حاڪم وقت پنهنجي محل ۾ خاموش تماشائي بڻيو ويٺو هجي. سنڌ جو عوام اڄ به ڄڻ ڪي راجا ڏاهر جي دور وارو شهري سمجهي رهيو آهي. اڄ وري سنڌ جي عوام جون اکيون ڪنهن محمد بن قاسم لاءِ واجهائي رهيون آهن تان ته هو هنن جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪري سگهي.

جناب والا، ان ڪانسواءِ سون وٽ هڪ مظلوم ماڻهوءَ جي هڪ تار به آئي آهي، جنهن ۾ ان جي ننڍڙي معصوم کي اغوا ڪيو ويو آهي، جنهن جي عمر ١٣،

۱۴ سال آهي. هن ويچاري عورت جو مڙس ۽ ڇوڪري جو ٻيءُ هڪ ڄانورن واري ڪارخاني ۾ ٦٠٠ روپيه مهيني جي پگهر تي مزدور بيٺل آهي، هن کان پنجاهه هزار (تاوان) پنڪ گهريو ويو آهي. هاڻي ان ڪي ڇوڪرو آزاد ٿي نه ٿو ملي سگهي، ڇاڪاڻ ته هو غريب آهن. جناب وزير داخله صاحب هر هر فرمائي ٿو ته توهان جوٺي ڪٿو، نشاندهي ڪريو، ته هي حالتون ڇو پيدا ٿيون آهن مان انهن جو بندوبست ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

جناب اعليٰ، مان وزير داخله صاحب جي عزت ڪريان ٿو. تمام سٺو ۽ شريف دوست آهي. پر جن ماڻهن جي هٿان هي حالتون پيدا ڪرايون ويون آهن، وزير داخله صاحب مان اهي ماڻهون ڪڏ آهن پر وزير صاحب جا هٿ انهن جو ڪجهه به نه ٿا بگاڙي سگهن. سنڌ جون حالتون اڄ اهي آهن، جو اڄ مان سڄي ڪابينه کي چئلينج ٿو ڪريان ته هڪ هڪ وزير هلي ۽ پوليس ڪنسواءِ سنڌ جو دورو ڪري جيڪڏهن هو سلامت بچي آيو ته مان چوندس ته سڄي پاڪستان ۾ سلامتي آهي ۽ جيڪڏهن وزير صاحب به اغوا ٿي ويا، ته مان چوندس ته ڪنهن جي به سلامتيءَ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

ان ڏينهن مان سکر مان اچي رهيو هوس. سکر جو S. S. P زخمي ٿيو پيو هو، سندس جسم گولين مان

ٿلهو پيو هو، پوليس جون ٻه ڳاڏيون سندس پويان هيون ۽ اهي پڇي وياه جيڪا پوليس پنهنجي S. S. P جي حفاظت نه ٿي ڪري سگهي، اها غريب ۽ مظلوم عوام جي ڇا حفاظت ڪندي؟ جناب اعليٰ سکر جو جيل پڪو جن صاحبن کي جيل نصيب ٿيو هوندو، انهن کي ٿي خبر هوندي، جيل جي ڪولين مان ٣٦ ڏوهاري پڪا هئا، جن کي ڦاسيءَ جي سزا مليل هئي ۽ اهي ڦاسي گهاٽ ۾ هئا. مون اهو ڏٺو آهي، مون سان وزير داخله صاحب ڳالهه ڪئي هو هڪ ڪلاڪ ۾ هڪ ڪوٺي پڇي ڏيکاري ته مان چوندس ته واقعي هڪ جيل پڇي سگهي ٿو، ٣٦ ڪوليون ڪيئن پڪيون؟ مونکي خبر آهي، مون کي معلوم آهي ۽ مان سمجهان ٿو ته وزير داخله صاحب کي خبر آهي ته هي جيل ڪنهن پيرايو . ۽ هن جيل پڇڻ سان هي حالتون پيدا ٿيون آهن ۽ انهن ڌاڙيلن جو چوڻ آهي ته هو ٨٠ لک ڪٿان وصول ڪندا، هو هتان جي عوام سان وصول ڪندا . منهنجي خيال ۾ وزير داخله صاحب کي به جيڪڏهن خبر ناهي ته پوءِ هو معلوم ڪري ته ڌاڙيل جيل مان ڪيئن پڪا، هو ڪنهن جي ڳوٺ مان گذريا ۽ ڪين معلوم هجڻ گهرجي ته ڳاڙهي موري ڪٿي آهي. منهنجي خيال ۾ مونکي خبر آهي ته، ڳاڙهي موري ڪنهن جو ڳوٺ آهي؟ ٨٠ لک روپيه، جناب والا - معمولي آفيسر کي اها جرئت ڪانه ٿيندي ته

هو ۵۰ لک روپيہ رشوت وٺي ۽ جيل پهچي، هن ۾ وڏن وڏن ماڻهن جو هٿ هو.

هتي وزير داخلہ صاحب هر هر چوي ٿو تہ پاڪستان ۾ صوبن کي مڪمل صوبائي خود مختياري آهي. جناب والا جيڪڏهن صوبائي خود مختياري هجي ها تہ اهڙي قسم جا ماڻهون ڪڏهن بہ وزير اعليٰ نہ هجن ها ۽ جڏهن توهان صوبائي خود مختياريءَ جي ڳالهہ ڪيو ٿا تہ جڏهن اسيمبلي تي بي اعتمادي جو وقت آيو تہ هتي صوبن جا وڏا وزير اچي هتي گڏ ٿيا هئا. ان ان وقت صوبائي خود مختياري ڪاڏي ويئي هئي؟

جيڪڏهن صوبائي خود مختياري هئي تہ انهن کي نہ اچڻ گهربو هو. اهي اچي ميمبرن کي منٿون ڪري رهيا هئا. صوبائي خود مختياري جيڪڏهن قانوني طرح آهي، تہ هي حڪومت مسلم ليگ جي آهي ۽ مسلم ليگ جو صدر پاڪستان جو وزير اعظم آهي ۽ سنڌ جو وڏو وزير صوبہ سنڌ جو صدر آهي. جيڪڏهن هي ڳالهہ انهن جي ڪوتاهي آهي تہ سڀ ڪان اڳ ۾ هنن کي مسلم ليگ مان ڪڍي ڇڏين ۽ چون تہ هي اهل ئي ڪونہ آهن. هي ملڪ ۾ نظام رکي ئي نہ ٿا سگهن. ان ڪري مان هن کي مسلم ليگ مان هٽائين ٿو. تہ پوءِ خبر پئجي ويندي تہ ڪهڙي نموني انتظام درست ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن هي حالتون رهيون تہ مان عرض ٿو ڪريان تہ جيئن هيئنر سومري صاحب فرمايو

ته سنڌي جا رکو ماڻهو ڪجهه رهيا آهن. هي هڪ سازش جي هيٺ ٿي رهيا آهن. نڪي اتفاق سان. هي ڏيکاءُ ڏنو پيو وڃي تان ته ماڻهون سمجهن اسيمبلي جا جوڪي ميمبر آهن آهي ۽ انهن جا ماڻهو اسان جي هٿن کان ٻري نه آهن.

جناب والا، هنن ڌاڙيل مقرر ڪري ڇڏيا آهن. سنڌي کي خبر آهي. مون سيوهڻ ۾ وزير اعظم ڪي ٻڌايو هو ته شام جو ٥ بجي کان ٧ بجي ڌاڙين ڌاڙيلن جي ڪئمپ کلندي آهي ۽ اتي ماڻهون ڪاڏين ۽ ڪارن ۾ ويندا آهن ۽ پيسا بريف ڪيس ۾ کڻي ويندا آهن ۽ پنهنجو ماڻهو واپس آڻيندا آهن ۽ هي ڳالهه ڪا لڪل ڪا، آهي، جو گورنمينٽ کي خبر ڪانه آهي ۽ چون ٿا ته سينٽرل فورس وڃي رهيا آهن. مون آءِ جي صاحب کان پڇيو، ”پوليس ڪيتري آهي“ چون لڳو ”٣٥ هزار“ مون پڇيو ”ڇا شرم جي ڳالهه ڪانه آهي، ٣٥ هزار پوليس فورس ٥٠٠ ماڻهن تي ڪنٽرول ڪري نه ٿا سگهن.“ ۽ مان سمجهان ٿو ته هي بي ايماني آهي ۽ اهو ارادو به ڪونه آهي ته ڌاڙيلن تي ڪنٽرول ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ ته انهن کي حصو ملي رهيو آهي. هر هر وزير داخله صاحب پڇي رهيو آهي ته، انهن بي ايمانن جو ڌالو ٻڌايو؟ مان چوان ٿو ته توهان ايماندار ٻڌايو؟ هاڻو. ايماندار مشڪل سان ملندو ڪو. هتان جي جيڪا ڪابينه آهي سا ته سؤ سيڪڙو اهڙي آهي،

نه پوءِ پڇڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. جڏهن توهان کي به خبر آهي، سڀني کي خبر آهي نه. هتي پلاٽ وڪامن ٿا، هتي ايمان وڪامن ٿا، جن مائن جا پٽ آهن، جن ڀينرن جا ڀائر آهن، جيڪي اغوا ٿي وڃن ٿا، جناب اسپيڪر صاحب. خدا نه ڪري نه اهڙو وقت توهان تي به اچي نه پوءِ توهان ڪرڙيون اکيون ڪري اهو نه پڇندؤ ته جتوئي صاحب ويهي رهو سچو ڏينهن ڳالهائيندا ٿا رهو.

اسپيڪر:- الله جي امان -

جتوئي:- چاڪاڻ ته مون سان به اهوئي ظلم ٿيو آهي ۽ مان هن ايوان کي آگاهه ڪرڻ چاهيان ٿو ۽ ان سان گڏو گڏ مان هي به ٻڌائي ڇڏڻ چاهيان ٿو ته اسان ٽن ٽن، چئن چئن لکن جا نمائنده آهيون، اسان انهن جي حقن جا محافظ آهيون. اسان توهان وٽ انهيءَ لاءِ آيا آهيون ته انهن جي حقن جو تحفظ ڪريون. جيڪڏهن اسان تحفظ نه ٿا ڪري سگهون، نه پوءِ اسان جو حال به ان پير وارو ٿيندو، جيڪو پنهنجي مريد وٽ ويو هو. مريد پير صاحب کي چيو ته، ”سائين مون توهان جي لاءِ دال ڪرائي آهي، توهان جي خليفن لاءِ ڇا ڪرايان.“ پير صاحب چيو، ”انهن جو ڪارو منهن ڪر. دال ڪان گهٽ به ڪو ڪاڏو ٿيندو آهي.“ جيڪڏهن عوام جي اسيمبلي ميمبرن

جو اهو حال آهي جو انهن جا پٽ، مائٽ ۽ ڀائر اغوا ٿي رهيا آهن ته پوءِ ماڻ سمجهان ٿو ته ميمبرن ۽ وزيرن کي هائوس ۾ ويهڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي آهي. بهتر اهو آهي ته اسان استعيفائون ڏيئي واپس عوام وٽ وڃون.

جناب ڊپٽي اسپيڪر صاحب، امن امان جو مسئلو انسان جي ڏکايل رڳ آهي. امن معاشري جي هر فرد جو پيدائشي حق آهي. جيڪڏهن امن ۾ خلل هجي، ته وقت جي حڪومت جو فرض آهي ته هو فرد کي امان ميسر ڪري. مون کي ڏک سان چوڻو ٿو پوي ته هتي نه امن آهي ۽ نڪي امان آهي امن امان جو مسئلو پاڪستان ۾ مختلف صورتن ۾ ورهايل آهي. سنڌ ۾ ڌاڙيلن جو مسئلو، پنجاب ۾ شيعه سني مسئلو، ڪراچي ۾ ڪار جيڪنگ، اسلام آباد ۽ ڪراچي ۾ مغورن جا قاتل. انهن سڀني جي تصوير اکين اڳيان اچڻ کان پوءِ سڀ کان اڳ ۾ مان سنڌ جي مسئلي تي ڳالهائيندس. هتي ڌاڙيلن جو مسئلو هينئر warning point (خطري جي نشان) تي پهچي چڪو آهي. هينئر جيڪڏهن هن جي ٽلاڻي نه ڪئي وئي ته اهو هٿن مان نڪري ويندو. هتي ڇيو وڃي ٿو ته سنڌ ۾ ڌاڙيل رکيو اچ ناهن، اهي ڪهڙي عرصي کان هلندا ٿا اچن، اقتدار جا صاحب چون ٿا ته اها بيماري پراڻي آهي. هن حڪومت کي ورثي ۾ ملي آهي. مان عرض ٿو ڪريان ته، مان گذريل حڪومت ۾ به حزب اختلاف ۾ هوس، پر ان دور ۾ (پ. پ. دور ۾) امن امان جو مسئلو هرگز ڪونه

هون هي مسئلو پيدا ڪيئن ٿيو، هي مسئلو مارشل لا لڳڻ کان پوءِ پيدا ٿيو. ڪنهن ڪيو، اهو هڪ سازش هيٺ ۹ سال هلندڙ مارشل لا واري ٽولي پيدا ڪيو. مون پنهنجي ضلعي ۾ فوجي آفيسرن کي ڊاڙيلن سان ياڪر پائيندي ڏٺو آهي توهان جي فوجين ڊاڙيلن کي پاسون ڪيئي ڏنيون. جن ڊاڙيان ۱۲-۱۲ قتل ڪيا هئا. ني تي سپاهي قتل ڪيا هئا. انهن کي مارشل لا انتظاميه پاسون جاري ڪيون. مون جڏهن گورنر صاحب کي اها ڳالهه ٻڌائي ته گورنر چيو "نه- جتوئي صاحب، ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو، جو اسان ڊاڙيلن کي پاسون ڏيون" ته مون چيو "مون وٽ انهن پاسن جون فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون آهن، چئو ته ثبوت پيش ڪيان" تہ گورنر صاحب چيو ته "مان ڊي- ايم- ايل- اي صاحب کان پڇان ٿو." گورنر ڊي- ايم- ايل- اي کي فون تي چيو ته، جتوئي صاحب هي ڳالهه ڪري رهيو آهي، ته ڊي- ايم- ايل- اي صاحب چيو ته "ها! غلطي ٿي وئي آهي . هن ڊاڙيل صاحب چيو هو تہ مان ٻيا ڊاڙيل صاحب گرفتار ڪرائيندس." بعد ۾ مون چيو "صاحب- ڊاڙيل صاحب توهان کي ڪيترا ڊاڙيل گرفتار ڪرايا، پر مان پڇان ٿو، جن ماڻهن ۲۰-۲۰ خون ڪيا آهن- اهو ملٽري هيڊ ڪوارٽر پهتو ڪيئن، ۽ واپس سلامت موٽيو ڪيئن، ۽ هاڻي پاس وٺي آزاد گهمي رهيا آهن، ۽ هي آهي هن فوجي جنتا جي ڏهن سالن جي

ڪارڪردگي - اڄ ڌاڙيلن جا ٽولا سنڌ ۾ آزاد گهمي
رهيا آهن - ۽ شريف انسانن جي زندگي زهر ڪري
ڇڏي آهي. هڪ دفعي مون هڪ وزير صاحب کان پڇيو
هو ته "هاڻ پوليس کان سواءِ سنڌ گهمي اچو" ته
پوءِ مان چوندس ته امن امان آهي - ۽ هيئنر ته پوليس
سان به هو سلامتي سان گهمي نه ٿو سگهي - ايتري حد
قائم جو ۲۰-۲۰ قتلن جي قاتلن سان به فوجي جنرل
جهان ۾ وڃي ملاقات ڪن ٿا - ته هي وبا هن فوجي
ٽڪيڙي آهي - جيڪو ۱۰ سالن کان هن ملڪ تي
قابض آهي - پهريان هو سڌي طرح ۽ هاڻي اڻ سڌي
طرح آهن - هو چاهين ٿا ته حالتون ائين خراب رهي ته
سياسي امان کي موقعو ملي ته مارشلا ٻيهر لڳايون -
سنڌ ۾ سکر جيل وڏو جيل آهي - اهو ٻه دفعا ٽٽو آهي -
مارشلا ان ڪري لڳندو آهي جو حالتون خراب هونديون
آهن - نه ڪي مارشلا ۾ حالتون وڌيڪ خراب ٿيون
وڃن - ته جيل ٻه دفعا ٽٽو آهي - ٻئي دفعا اٺن قاتلن
جا ٽولا نڪتا آهن - هڪ ماڻهون نه ٻر ٽيهه ٽيهه ٻٽيهه
ٻٽيهه ماڻهون جن کي ڦاسي جي سزا مليل هئي - ۽
ڦاسي جي سزا بعد انهن کي انهن گڏ رکيو ويو ته
جيئن ئي موقعو ملي ته هنن کي ٻاهر ڀڄايو وڃي - مون
کي خبر آهي ته اڄ اهي ماڻهو زمين تي گهمي نه ٿا
سگهن - اهي هيلي ڪاپٽرن ۾ گهمي رهيا آهن - اهي ۲۰
ميلن تي به هيلي ڪاپٽرن ۾ وڃن ٿا هاڻي ڇو وڃي

ٿو. ته سنڌ ۾ ڌاڙيلن کي پناهه وڏيرا ۽ زميندار ڏئي رهيا آهن.

جناب اعليٰ:- پوليس ڌاڙيلن سان اغوا جي ڌنڌي ۾ ڀائيوار آهي. سنڌ ۾ جڏهن به ڪو ماڻهون اغوا ٿئي ٿو. ان جا وارث پوليس وٽ رپورٽ داخل ڪرائڻ لاءِ پهچن ٿا. ته پوليس چوي ٿي "سائين، اسان رپورٽ ته داخل ڪيون ٿا. پر سوال هي آهي ته توهان جي ماڻهون جي سلامتي ان ۾ آهي. توهان ڌاڙيلن سان ڳالهه ٻولهه Negotitite ڪري معاملو ٺاهي ڇڏيو. ڳالهه ٻولهه ڪهڙي ڪيون. ٻه لک ڏيون يا چار لک ڏيون. ۽ ماڻهون واپس آڻيون. جڏهن اهو اغوا ٿيل ماڻهون گهر پهچي ٿو. ته هن مظلوم کي پوليس پڪڙي وڃي ٿي. پڇيو وڃي ٿو. ڀائي توهان هن کي گرفتار ڪري ڇو وٺي ويا آهيو. چون ٿا. اسان انڪواري ڪنداسين ته هن کي ڪير اغوا ڪري ويو هو. ڪيترا پئسا ڏئي واپس آيو آهي. سون جيئو بابا! جيڪڏهن ڌاڙيل توهان سان حصي ۾ بي ايماني ڪندا ته اسان توهان کي پڪڙائينداسين. انشاءالله توهان کي حصو پورو ملي ويندو.

جناب اعليٰ:- امن امان جا رکوالا جيڪڏهن پاڻ حصيدار هجن ته ان حالت ۾ اسان امن امان ڪنهن کان گهرون. سنڌ کي ته فوجي جنتا جي حوالي ڪيو ويو آهي. ۽ مهينا ٿي ويا آهن. ان مهينن ۾ گهڻا

ڌاڙيل ماريا ويا آهن. جيل مان ڀڳل گهڻا قاتل گرفتار ڪري ڇڏيا آهيو. هڪ ٻه ٿا. ٻوه مان ٻڌايان ٿو. ايتري فوج رکڻ مان ڪهڙو فائدو آهي اتي پڇو. Double ڪم ڪيو وڃي ٿو. اتي ماڻهن کي قتل ڪرڻ لاءِ فوج کي موڪليو ويو آهي. مون وٽ مثال موجود آهي. هن ڏيڍ مهيني ۾ منهنجي ضلعي جو هڪ ڳوٺ احمد خان برهماڻي کي فوجن ٻن سان اڏاڻي ڇڏيو آهي. افسوس آهي وزير اعظم جڏهن دادو ويو اتي هن اها زحمت گوارا ڪانه ڪئي ته وڃي مظلومن جو حال ڏسي. هن ڳوٺ جي آبادي ٣٠٠ هزار آهي مون وٽ لسٽ موجود آهي. اتي پنج عورتون زخمي ٿيون آهن. ۽ چار ٻار، هڪ سٺن مهينن جو ٻار ماءُ جي گود ۾ قتل ٿيو آهي ڇا اهو به ڌاڙيل هو. هڪ ٻي سالن جو ڪراڙو قتل ٿيو آهي. جيڪو اکين کان انڌو هو. زڪوات وٺندو هو. مون وٽ انهن جا نالا آهن هڪ سٺن مهينن جو ٻچو ماءُ جي گود ۾ قتل ٿيو آهي. ۽ ماءُ به زخمي ٿي آهي. پنج عورتون زخمي ٿيون آهن ۽ ٽي ماڻهو مئا آهن جن ۾ هڪ ٻي سالن جو ڪراڙو، هڪ عورت ٥٠ سالن جي آهي هڪ سٺن مهينن جو ٻچو آهي. ۽ هي جيڪي اسان جو پگهار کائي رهيا آهن ته هو اسانجي حفاظت ڪندا. اهي اڄڪلهه انسانن جو شڪار ڪري رهيا آهن اهڙا ڪيئي واقعا آهن. مان توهان کي ٻڌايان ٿو. منهنجي

ضلعي ۾ خيرپور ناٿن شاه هڪ تعلقو آهي- اتي هڪ غريب هاري ڏاند گاڏي خريد ڪري ڊاٽسن pickup ۾ وجي رهيو هو- ۽ پويان آرمي جي گاڏي اچي رهي هئي- آرمي وارن هارڻ ڏنو- هن ويچاري غريب سائيڊ ڏني- پر هن ويچاري کي پتو ڪونه هو ته پويان بادشاه سلامت اچي رهيو آهي- فوج ناهي بادشاه سلامت خود آهي- آرمي جي گاڏي کي تورڙي رهڻ اچي وئي- آرمي وارن گاڏي اڳيان بيهاري ڊاٽسن ۾ ويٺل غريبن کي گولين سان اڏائي ڇڏيو- ڇا فوج جي گاڏيءَ جي رهڻ ۽ ڪٿي انساني جانين جو ڪوس- انهن جا ٽالا ۾ مون وٽ آهن- ۽ وري هڪ غريب مڇي مارڻ لاءِ وڃي رهيو هو- جاري هن جي مڇي تي هئي- فوج هن کي گردن ۾ گولي هڻي- هو اتي ئي ختم ٿي ويو- ۽ پوليس کي منع ڪيو ويو ته هو هن جو فرياد داخل نه ڪري- تہ هي ماڻهون ڪيئن قتل ٿي ويو- انسانن جو شڪار ڪيو پيو وڃي- هن ڪانءِ اڳ اوپر پاڪستان ۾ به ڪيڏيو ويو هو- اسان کي ان طرف ڌڪيو پيو وڃي- جتي چون ٿا سنڌ وارا علحدگي جون ڳالهيون ٿا ڪن اسان علحدگي نه ٿا چاهيون- توهان اسان کي علحده ڪرڻ چاهيو ٿا سنڌ ۾ اسان کي سنڌي گورنر نه ٿو ملي، سنڌ ۾ اسان کي سنڌي چيف سيڪريٽري نه ٿو ملي- سنڌ ۾ اسان کي سنڌي آءِ - جي نه ٿو ملي - مون کي وڏي افسوس

سان ڇوٽو ٿو پوي ته توهان جهڙو آهه - جي سنڌ کي
ڏنو آهي. وڏو شاندار ماڻهون آهي. وزير اعظم جڏهن
آزاد ڪشمير جي دوري تي سردار عبدالقيوم سان مليو
هو - ته سردار صاحب ڪمس اتي (پٽي صاحب جي دور
جي) دلائي ڪيمپ ڏيکاري هئي - جنهن ۾ ان دور ۾
ماڻهن کي اذيتون ڏنيون وينديون هيون - اها جاءِ ته
ڏيکاري وئي پر ان جو انچارج صاحب نه ڏيکاريو ويو
نڪي ٻڌايو ويو - اهو انچارج صاحب اڄڪلهه سنڌ
پوليس جو آءِ - جي صاحب ان دلائي ڪيمپ جي
انچارج کي سنڌ جو آءِ - جي مقرر ڪيو ويو آهي -
ڪيتري نه شرم جي ڳالهه آهي جڏهن ڊي آءِ جي
هو ته پنجاب ۾ ايترو بدنام هو جو ڪڍڻ به هن کي
اتي ريگيولر پوليس ۾ نه رکيو ويو - هن کي پروموشن
ڏيئي سنڌ ۾ دلائي ڪئمپ قائم ڪرڻ لاءِ سنڌ جو
آءِ - جي صاحب مقرر ڪيو ويو آهي - سنڌ ۾ ڪو به
سيڪريٽري سنڌي ڪونه آهي ڇا اسان سنڌي پاڪستان
جو حصو ڪونه آهيون - توهان (پنجابي) کي فرنٽيئر
۾ رکي نه ٿا سگهو - توهان پنجاب ۾ ٻئي صوبي جو
(غير پنجابي) نٿا رکي سگهو - ڇو ٻين صوبن جا ماڻهو
ان وقت پاڪستاني ڪونه آهن ته پوءِ سنڌ سان اهو
ناحق ڇو؟ هي سلوڪ اوهان جي دل جي ڪارڻ آهي
اسان جون زمينون اسان کان کسيون پيون وڃن -
جيئن منهن جي دوست جناب فخر امام صاحب چيو ته

سنڌ جون زمينون Non Sindhies کي ڏنيون ويون
وڃن جناب اعليٰ مان وضاحت ٿو ڪريان ھي زمينون
غير سنڌين کي نه پر فوجين کي ڏنيون ويون وڃن.
لکين ايڪڙ زمين اڄ به فوجين جي قبضي ۾ آهي.
ڪنهن نموني اتان جي مقامي آبادي (سنڌي) جن جا
گهر ۽ روزي زمين سان وابسته آهي. انهن جا گهر
بلڊوزرن سان تباه ڪيا ويا آهن. ۽ انهن جي زمينن
تي قبضو ڪيو ويو آهي. اڄ هتي پروپيگنڊه ڪيو ٿو
وڃي. ته سنڌ جا ماڻهو سنڌ ۾ ڌاڙيل تحريڪ هلائي
رهيا آهن. سنڌ جي ڌاڙيل کي سياسي ماڻهو پناه ڏئي
رهيا آهن. مان چوان ٿو ته ڌاڙيلن کي سياستدانن جي
ڪا پناه ڪانهي. توهان عدالتي تحقيقات ڪرايو پر
عارضي ججن کان نه. سنڌ جون حالتون چڱيون آهن.
وزير اعظم صاحب سنڌ جو دورو ڪيو. اخبار ۾ آهو
صاحب جو دورو نهايت ڪامياب رهيو.

مان وزير اعظم کي عرض ڪندس ته توهانکي
وزير اعظم ان ڪري نه بڻايو ويو هو جو هائوس ۾
اوهان جي اڪثريت هئي. پر سنڌ سان جيڪي ويل
وهايا ويا آهن. انهن ۾ جيڪو احساس محرومي آهي.
ان احساس محرومي جي تلافي ڪرڻ لاءِ توهان کي
وزير اعظم مقرر ڪيو ويو. توهان اهو پڌائيندا ته توهان
سنڌ جي غضب ٿيل حقن جي تلافي لاءِ ڇا ڪيو.
اهو توهان پنهنجي ضمير کان پڇو. ڇا سنڌ مان احساس

محرومي ختم ٿي ويو - جا سنڌ مان ظلم ۽ زيادتيون
گهٽ ٿيون آهن - جا سنڌ ۾ امن امان قائم ٿي ويو
آهي - خدا جي واسطي هائوس ۾ اچو - اچي چئه ته
مان ناڪام ٿيو آهيان - مان استعيفا ڏئي رهيو آهيان -
ڪرسي سان چنبڙيو رهڻ نه تو گهران تاريخ ۾ انهن
جو نالو سنهري اکرن ۾ لکيو آهي - جن ڪرسي کي
لت هڻي آهي - ڪرسين کي چنبڙڻ وارن جا نالا
ڪوئه لکيا آهن منهن جي ضلعي ۾ جڏهن وزير اعظم
آيو ته ان کي عوام سان ملڻ نه ڏنو ويو - پٺيوالن لاءِ
جناح ڪئپون گهرايون ويون، پوليس کي سادن ڪپڙن
۾ تاڙين وڄائڻ لاءِ ويهاريو ويو، هاڻي سنڌ جو وزيراعظم
سنڌ ۾ وڃي ته تاڙين وڄائڻ وارا پوليس ۽ پٺيوالا هجن
ڪيڏي نه ڏک جهڙي ڳالهه آهي،

جناب اعليٰ:- سنڌ ۾ مسلم ليگ جي حڪومت
آهي، ان ڪري اتي جيڪو وزارتي ڍانچو ٺاهيو ويو
آهي، ڏاڍو شاندار آهي اتان جي وزير صاحبان جي
پوزيشن آهي، سا اگر مان بيان ڪندس ته منهن جي
خيال ۾ هن هائوس وارن لاءِ وڏي معلومات ٿيندي .
وزير يوناني فلسفي جا قائل آهن، ۽ ڪجهه وزير اهڙا
به آهن، جو جڏهن ايوب خان ۽ ذوالفقار علي ڀٽو
لاڙڪاڻي ايندا هئا تڏهن انهن وزيرن کي مجرو لاءِ
گهرايو ويندو هو، جيڪي مشهور الغوزه نواز مصري خان
جي ڏڌن تي ڊانس ڪندا هئا مان ان ثبوت لاءِ فوٽو

به پيش ڪري سگهان ٿو. ڪلهه جيڪي ڦاهو هئا اچ
اهي وزير آهن. مون کي اطلاع مليو آهي ته سوائي اهي
شايد وزير اعظم به بنجي وڃن. هاڻي هن قسم جا وزير
۽ انهن جي ايمانداري اهڙي آهي جهڙي هتي نظر اچي
رهي آهي. جو انهن جون تعريفون جيڪي گهر گهر
پڌجي رهيون آهن. ۽ بيروزگارن جي واتان پڌجن ٿيون
اچن ٿيون ته سائين جن جڏهن سنڌ ۾ وڃن ٿا تہ
نوڪري لاءِ پرائمري ٽيچر جو Rates ريٽ ٧٠٠٠
هزار ڪلارڪي جو ريٽ ڏهه هزار. اسسٽنٽ انجنيئر
جو ريٽ پنجاه هزار. اگر ان کان به وڏي نوڪري
آهي ته پوءِ هڪ لک ته آهي. عجب جي ڳالهه جڏهن
اتي ڪم ٿين ٿا ته انجنيئرن کي گهرايو ٿو وڃي. ته
پاڻي تنهنجي حد ۾ هڪ ڪروڙ روپيه جو ڪم ٿيو
رهيو آهي ڏهه سيڪڙو مان به ڏهه لک ٿين ٿا. توهان
ڀريان ڏيو نه ته چارج ڇڏيو. هاڻي اهڙي قسم جا
وزير آهن. مان خود پڇان ٿو هتي به وزير صاحب ويٺا
آهن ڪيترن وزيرن سان منهنجي دوستي آهي. مان انهن
کان پڇانٿو. توهان وزير بڻجو ٿا. توهان جو پگهار
ڪيترو آهي. چون ٿا ٦٠٠٠ - ٧٠٠٠ هزار مان پڇان
ٿو ته ان مان گذران ٿئي ٿو. چون ٿا ته گهرون پيسه
گهرائڻا ٿا پون. ته پوءِ مون چيو ته توهان وزير بنجو
چو ٿا. چون ٿا ته پاور ملي ٿو. اختيار ملي ٿو. مون
پڇيو - ادا اختيار ڇا هي. اها ته هڪ زميداري آهي.

جيڪا توهان کي خدا جي طرفان عوام جي طرفان آهي. توهان ان کي نڀايو نه ته توهان ڏينهن رات تڙپندا رهندؤ. جيئن آمريڪا جي صدر ريگن چيو آهي ته مون کي رات جي ننڊ نه ٿي اچي. اهڙي طرح قومي خدمت ۾ توهان کي به ننڊ نه اچڻ گهرجي. جيڪڏهن هن ذميداري کي توهان غلط نموني استعمال ڪيو ته اهو ڀنجي ٿو پاور.

هتي چون ٿا ته ڌاڙيلن کي فوج ظفر موج. فيڊرل سيڪيورٽي فورس. رينجرس پڪڙي نه ٿي سگهي. پر اڪيلا هو غريب ۽ بيگناهن کي پڪڙي جيلن ۾ وجهي رهيا آهن. اخبارن ۾ توهين پڙهي رهيا آهيو تہ جيڪي ڌاڙيلن جا سردار آهن تن کي پڪڙي رهيا آهن جناب اعلي - خدا جي فضل سان ڌاڙيلن جا سردار سڀ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويا آهن. اهي ڪيئن پڪڙيا هاڻي ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو آهي. توهان اڪبر کي گرفتار ڪيو. نہ ڪو پيءُ جو نالو نڪي ذات نڪي قوم ڪنهن دڪاندار کي پڪڙي آيا. سائين هي اڪبر آهي دڪاندار دانهن ڪئي سائين مان تہ دڪاندار آهيان ڇڪو تون تيستائين هاي جيل ۾ ويهه. جيسين اسين سچي ڏوهي کي گرفتار ڪريون تہ هي حالتون آهن سنڌ جون. آخر توهان کي عوام وٽ وڃڻو آهي اڄ وزير ٿيڻ لاءِ ڪوششون انڪري ڪيون پيون وڃن جو اسان کي مالدار ٿيڻو آهي. وزير ٿيڻ کان اڳ ۾

ڪن جي حالت اها هئي. ١٩٧٠ع هڪ ميمبر ڪنهن اليڪشن ۾ بيهڻ لاءِ ٽڪيٽ ماڻي هئي. ته هو مون وٽ آيو هو. ۽ چيو هئائين "سائين مون وٽ ته پيٽرول لاءِ به پئسا ڪونه آهن." ان وقت مان به قومي اسيمبلي جو اميدوار هوس. ان کان پوءِ هو وزير صاحب بڻيو هو هڪ فليٽ ۾ رهندو هو. هن وٽ گاڏي ڪانه هئي پوءِ مون ڏٺو ته هڪ سال اندر هن صاحب ڊفينس سوسائٽي ۾ چار بنگلا ورتا. هن وٽ ٽي ٽي ڪارون پهچي ويون. ته اڄ به اهو ساڳيو حال آهي. جنهن وزير صاحب وٽ گهر ناهي، گاڏي ناهي......

اسپيڪر صاحب- مون ٧٠ جي دور جي ڪڏهن به تعريف ڪانه ڪئي- ٧٠ جي دور ۾ مان جيل ۾ هوس. مان ته ٽي دفعا جيل ۾ ويو هوس. پر ان دور ۾ بدامني ڪانه هئي. پر هينئر توهان وٽ ڇا آهي مارشل لا کانپوءِ جمهوري راڄ قائم ٿيو آهي. پر منهن جي راءِ ڪجهه ٻي آهي. مان هڪ ڪارٽون توهان جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان ته هتي ڪهڙي حڪومت آهي. هن ڪارٽون ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هڪ موٽر سائيڪل تي هڪ سوار آهي. جيڪو حڪومت جي مشابهت لاءِ آهي. پوءِ ان ماڻهوءَ جي گود ۾ ويٺو آهي ايان نئون ماڻهون به ڪوشش ڪري رهيو آهي ته گود واري جي گود ۾ ويهان. مطلب ته هن ڪٺ پتلي حڪومت کان ملڪ جا مسئلا حل ڪونه ٿيندا.

جناب اسپيڪر صاحب.

مان توهانجو نهايت ٿي شڪرگذار آهيان. جو اڄان ڪجهہ دوست رهيل هئا. پر توهان مونکي موقعو ڏنو. جناب والا. آءٌ هن مان واري ايوان کي سنڌ جي متعلق ڪجهہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. تازو جيڪي واقعا سنڌ ۽ ڪراچي ۾ ٿيا آهن. جيئن مولانا صاحب چيو آهي تہ ڪراچيءَ مان جلوس نڪتو ۽ سرڪار کي انجي خبر ڪانہ هئي. مان ان لاءِ عرض ڪندس تہ هي چالي واٽي ڪرايو ويو آهي. هي اهوئي مثال آهي جو سنڌيءَ ۾ چيو ويندو آهي تہ "چور تنهنجي گهر ۾ آهي ۽ چور کي نہ تون گهر ۾ گهر" ڪ پارٽيءَ کي چيو ويو ". توهان ٻاڻي جلوس ڪڍو ۽ ٻئي کي چيو ويو تہ توهان رستو روڪيو. چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان دنگي فساد ٿيڻ لازمي هو. ٻڌاڻ ۽ مهاجرن ۾ اهو تنازعو گذريل ڇهن مهينن کان هلي رهيو آهي ۽ جلوس جي اجازت بہ انڪري ڏني وئي جو سرڪار کي خبر هئي تہ اهو وڏو جلوس ڳاڏين جي صورت ۾ روانو ٿيندو. ۽ سهراب ڳوٺ جي بہ سرڪار کي خبر

هئي ته هتي پناڻ آبادي گهٽي آهي. حڪومت جو فرض هو ته جلوس ڪنهن رستي ڏانهن موڪلي؟ جيڪڏهن ان ئي رستي سان موڪلڻو هو ته پوءِ اتي انتظام رکڻو هو. جيڪڏهن انتظام هجي ها ته هي بدنصيب واقعو ظهور پذير نه ٿئي ها. جيڪڏهن حڪومت بي خبر هئي جيئن هو تسليم ڪري ٿي ته هوءَ بي خبر هئي ته بي خبري به هڪ وڏو گناهه آهي. جيڪو اڄ اچي ڪرسيءَ تي ويهي ٿو انکي اهو حق نه آهي ته هو بي خبر رهي. بي خبري به هڪ وڏو گناهه آهي. بي خبريءَ ۾ جيڪڏهن ٿيو آهي. ڪونه ڪو ته مجرم آهي. جيڪڏهن ارادي سان ڪرايو ويو آهي تڏهن به ڪونه ڪو مجرم آهي. ڏوهيءَ جي سزا جيڪي هجڻ گهرجي ته هي جيڪي انساني جانيون ضايع ٿيون آهن! ان جو اندازو منهنجي خيال ۾ سڀني کي ڪونه هوندو. ان کي هوندو جنهنجو پٽ مئو هوندو، جنهنجو پيءُ مئو هوندو جنهن جو ڀاءُ مئو هوندو. ان کي ئي احساس ٿيو هوندو. اسان به انسان آهيون. اسان جا به رشتيدار آهن. اسان جا به ٻچا آهن. مان سڀني کان پڇڻ ٿو چاهيان، پنهنجي وزيرن کان، پنهنجي وزير اعظم کان جيڪڏهن انهن سان به اهڙو واقعو ٿئي ته انهن جي دلين تي ڇا گذرندو. هو انسان هئا. جي مري ويا. اڄ توهان جيڪو به فيصلو ڪيو، پر انهن جي زخمن تي ڦهو نه پوندو جيڪي انهن جي مري وڃڻ

سان انهن جي رشتيدارن کي رسيا هوندا.

جناب وزير اعظم صاحب. مان گهڻي وقت کان چوندو آيو آهيان ته هن ملڪ ۾ سازش هيٺ گهڻو ڪجهه ٿيندو آيو آهي. مان پنهنجي بجيٽ تقرير ۾ امن امان واري تقرير ۾ ۽ هاڻي پيهر ورجائي رهيو آهيان اها سازش جيڪا هن اسيمبليءَ خلاف آهي هن حڪومت جي خلاف آهي. هن جمهوريت جي خلاف آهي. ڪهڙي ڳالهه آهي جو پٺاڻ ۽ بلوچن جو جهيڙو ڪوئيٽا ۾ ٿئي ٿو. پٺاڻ ۽ مهاجرن جو جهيڙو ڪراچيءَ ۾ ٿئي ٿو ۽ پنجاب ۾ سني ۽ شيعا وڙهن ٿا. هي اتفاق سان نه پر سازش تحت ٿي رهيا آهن. هي جمهوري ادارن کي ختم ڪرڻ جي سازش آهي. وزير اعظم مون ڏي ڏسي رهيو آهي. مان چوان ٿو ته وزير اعظم صاحب توهان جي خلاف منهنجي خلاف، جمهوريت ۽ ملڪ جي خلاف هيءَ سازش آهي. خدا واسطي توهان خبردار ٿيو. ان ڪري نه جو هي مخالفت وارا ڳالهه ڪري رهيا آهن ان ڪري اها ڳالهه سڄي نه هوندي. مخالفت وارا به هن ملڪ سان ايترو پيار ڪن ٿا جيترو توهان. هنن حالتن جو چڱي طرح تجزيو ڪريو ته هي ڇا ٿي رهيو آهي. هي وڏي ڏک جي ڳالهه آهي جو امن امان جو مسئلو پنهنجي جڳهه تي، ڌاڙيلن جو مسئلو پنهنجي جاءِ تي، جڏهن ته به ٽي فوج جو ڊويزنون اتي ڪم ڪري

رهيون آهن. اتي حالتون اها ٺيڪ نہ ٿيون آهن، بقول سرڪار جي اتي 400 يا 500 ڌاڙيل آهن ۽ 500 ڌاڙيلن کي اسان جي فوج ٻن ڊويزنون ڪنٽرول ڪري نٿي سگهي تہ پوءِ جڏهن سرحدن تي حالتون خراب هجن تہ ڇا اسان جي فوج سڀني ڌاڙيلن جي پويان موڪلڻي پوندي.

جناب اعليٰ، وزير اعظم صاحب توهان کي معلوم آهي تہ هڪ وزير جي باڊي گارڊ اتي 4 قتل ڪيا آهن ڇا توهان ان تي ايڪشن ڪنيو آهي. ڇا انساني جانيون، پيسن کان بہ سستيون آهن. توهان پيسن تي ايڪشن ڪٽي رهيا آهيو. پرمٽ تي ايڪشن ڪٽي رهيا آهيو. ڇا اهي انسان نہ هئا. اهي هن ملڪ جا باشندہ نہ هئا. توهان هينئر تائين ڪو قدم نہ کنيو آهي. هڪ ٻئي توهان جي مرڪز جي وزير صاحب بابت اخبار ۾ مون پڙهيو تہ هن جي باڊي گارڊ هڪ ڌاڙيل هو. ۽ هيروئن جو واپار ڪندو هو. ايس- پي سکر بيان ڏنو آهي. ان اخبار جي ڪٽنگ هينئر مون وٽ موجود آهي.

” اسلام الدين شيخ جي اڳوڻي باڊي گارڊ سميت 10 ڌاڙيل گرفتار ڪيا ويا آهن. گرفتار ٿيل قتل جي 15 وارداتن ۾ مطلوب هئا. سکر جي S. S. P. سليم اختر صديقي ڪالهہ رات پوليس جي وڏي آڦالي سميت سکر جي مختلف جاين تان بچل شاهہ، ميان ڪڪڙي،

ڀنو عاقل ۽ خانپور جن مان بدنام منشيات فروش ۽ ڌاڙيلن جي اڏي تي ڇاپا هنيا. اسلام الدين شيخ جي اڳواڻي ۾ باڊي گارڊ خادم ماڇي سان مدد ڪرڻ وارن مشتاق ڀرڙو، عثمان ملڪ، ڪامون عمراڻي، خادم حسين کي گرفتار ڪري ان جي قبضي مان هڪ موٽر ڪار، هڪ موٽر سائيڪل، هڪ پستول، ٻه بندوقون، هڪ رائيفل ۽ وڏي انداز ۾ ڪارتوس مليا آهن.

پنهنجي وزيرن جي غلط ڪارڪردگي تي جيڪڏهن توهان سخت عمل نه ڪندؤ تيستائين ڪجهه نه ٿيندو.

جناب اعليٰ، هتي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي. اسان جون دليون رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيون آهن. ڏاڍ ڏاڍ جو کلو ڪٿي رهيو آهي ۽ سرڪار خاموش تماشو ڏسي رهي آهي. مان وزير اعظم کي عرض ڪري رهيو آهيان ته وزارتن جي ڪشمڪش لڳي پئي آهي، ڪجهه ماڻهون چون ٿا ته نظرثاني جي ضرورت آهي. بحر حال مونکي ان سان ڪو تعلق نه آهي. مان ته هي چوندس ته نظرثاني جي حڪومت ۾ بدلجڻ گهرجي. بحر حال سنڌ جي حالتن جو مونکي وڏو ڏک آهي. مان افسوس پريا ريمارڪس ڏيان ٿو. اتي جهيڳڙو ٿيو آهي: پٺاڻ ۽ مهاجرن جي وچ ۾ ۽ ڏک سان چوڻو ٿو پوي ته گرفتار ڪيو ويو آهي سنڌي ليڊر شپ، ممتاز علي ڀٽو ۽ عبدالحفيظ پيرزادي کي

جيڪڏهن انهن کي ڪنفيڊريشن جي منصوبي بابت گرفتار ڪرڻو هو ته انهن کي گهڻو وقت اڳ گرفتار ڪيو وڃي ها. هن موقعي تي جهيڙو هلي رهيو آهي پٺاڻن ۽ مهاجرن ۾ ۽ گرفتار ڪيو ٿو وڃي سنڌين کي اهو مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي. اهو مثال ائين آهي ته "چوري ڪري ٻيچ وارو ۽ پڪڙجي ڏاڙهيءَ وارو" توهان هن موقع کي گذرڻ ڏيو ها. جيڪڏهن توهان کي ڪنفيڊريشن تي اعتراض هو ۽ ايڪشن کڻڻو هو ته ان لاءِ ڪو ٻيو موقعو مناسب هو. هن موقعي تي سنڌين کي به توهان کهلي هن ۾ آڻڻ چاهيو ٿا. ائين ڪرڻ نه کپي سنڌين کي ملوث ڪرڻ نه گهرجي پٺاڻن ۾ مهاجرن ۾ جيڪي سنڌ کي پنهنجي ڌرتي سمجهن ٿا. اهي اسان جي اکين تي آهن. اسان هر ان ماڻهون جي مخالفت ڪنداسون جيڪو هتي ڪالو نائيز ٿيڻ چاهي ٿو ۽ هتي اچي ٻين جا حق غضب ڪري ٿو. هتي لٽي ڦري پيسا ڪمائي ٻئي ملڪ ۾ هليو وڃي ٿو. اسان ان کي تسليم ڪري نٿا سگهون. اسان ان کي تسليم ڪنداسون جيڪو سنڌ جي زمين تي ڪمائي ٿو. سنڌ سان محبت ڪري ٿو ۽ هتي مري دفن ٿئي ٿو. اهو اسان جو پاڻ آهي. خدا واسطي اسان ۾ تفرقا نه وجهو ۽ جيڪا غلطي ڪئي اٿو ان جي تلافي ڪريو. ائين نه ٿئي جو گناهه ڪري ڪو ۽ سزا ٻئي کي ملي. جڏهن بي انصافي ٿئي ٿي ته الله تعاليٰ کي به رنج ٿئي

تنهن جڏهن خدا رنج ٿئي ٿو ته پوءِ خدا کي ڪنهن جي به پرواهه نه آهي، توهان ڪنهن به انسان سان بي انصافي نه ڪريو، مونکي هڪ دوست ٻڌايو ته هيو هڪ مخدوم بصرالدين وڏو ولي الله ۽ درويش هو، اهو انگريز سان هٿ به نه ملائيندو هو، ڪنهن انسان کانس پڇيو ته "سائين ايئن ڇو توهان انگريز سان هٿ ڇو نٿا ملايو." چيائين "مونکي انگريز کان نفرت آهي." عرض ڪيائين ته "توهان دعا گهرو ته هي ختم ٿي وڃن." بزرگ چيو ته "نه هن جي دؤر ۾ انصاف آهي."

ته انصاف اهڙي شيءِ آهي ته سان چوان ٿو ته توهان انصاف جو دامن نه ڇڏيو. خدا جو قهر نه هندو کي ڏسندو نه مسلمان کي، نه سنڌيءَ کي نه مهاجر کي، هي توهان جي انا جو مسئلو نه آهي. مسلم ليگ جي حڪومت پاڪستان کان وڏيڪ ڪونه آهي.

هتي پيهر مارشل لا نافذ ٿيڻ جي سازش ٿي رهي آهي، هن سازش کي روڪيو نه ته منجهي ويندؤ.

تمهاری داستان تک نہ ہوگی داستانوں میں

جناب اسپيڪر صاحب،

مان خود هڪ آبادگار آهيان. مان صنعت مان ايترو واقف ڪونه آهيان. پر جيترو واقف آهيان ان مطابق ڪجهه عرض آهي. عرض آهي ته هن ملڪ ۾ ماضي ۾ يا حال ۾ هي روايت رهي آهي ته صنعت (Industry) جي جيڪا به سئنڪشن ٿيندي آهي سا سياسي رشوت طور يا ——— جي طور تي ٿيندي آهي. گذريل 30 35 سالن کان وٺي، مان سمجهان ٿو ته هي خراب ۾ خراب ڳالهه آهي. هر هڪ ماڻهو پاڻ کي اڳتي ڏکي ٿو ۽ ڪوبه پنهنجي ڪرسي ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونه آهي. انهن لاءِ پيسو ڪمائڻ جو هڪ ئي ذريعو آهي، نه ته انهن ڪرسين جي پگهار ايتري وڏي ڪانه آهي. جو اڄ مان گذارو ٿي سگهي. فقط هڪ ئي ڳالهه آهي. اها هي ڳالهه آهي جو انهن جي هٿن ۾ ڪاغذ آهي. هو جنهن کي اهو ڪاغذ ڏئي ڇڏين. اهڙا بہ ماڻهو آهن جيڪي اڄ کان ڏهه سال اڳ ريوڙيون کپائيندا هئا. اڄ وڏا ڪارخانيدار آهن. جيڪي اڄ کان 10 سال اڳ نسوار وڪڻندا هئا. اڄ اهي نسوار وارا ڪروڙ

پٽي آهن. آخر آهي دولتمند ڪيئن ٿياه اهي دولتمند ائين ٿياه جو جن ماڻهن جي هٿ ۾ ڪاغذ آهن، ۽ اهي ڪاغذ انهن ماڻهن کي ڏنا وياه جيڪي ريڙهي تي ڪم ڪندا هئاه اڄ اهي ڪروڙ پٽي بنجي ويا آهن. هڪ مثال ياد آهي، مون اڳئين سرڪار ۾ هڪ دفعي وزير اعظم سان ملاقات ڪئي. مون چيو ته "منهنجي ضلعي ۾ ڪمند گهڻو ٿيندو آهي، ۽ چانور به گهڻا ٿيندا آهن. ته هتي کنڊ جو ڪارخانو هجڻ گهرجي. تنهن وزير اعظم هيڏي هوڏي ڏسي چيو ته درخواست ڪئي آهي. مون چيو ته درخواست ته مون وٽ ڪانهي. هن چيو توهان درخواست ڏيو. مان صحيح ڪري ڏيان ٿو. مون چيو ته "مون وٽ ڪي ڪروڙ روپيه آهن ڪٿي؟ هن چيو ته جتوئي صاحب ڪنهن کي پائيوار ڪيو" مون وراڻيو "پوءِ به ته ڏيڍ ڪروڙ ڪٿان ايندو. هن چيو ته پيا ميمبر به وٺي ويا آهن. توهان به اها سنيڪشن وٺي وڪڻي ڇڏيو." ته هي شرمناڪ حالتون آهن، پرمٽون به وڪامن ٿيون. مان عرض ٿو ڪريان ته اها ڳالهه ختم ٿيڻ گهرجي. هن سنيڪشن واري معاملي کي ختم ڪرڻ گهرجي ۽ هي حق سڀني کي ڏيڻ گهرجي ته هو آزادانه طور تي ڪابه صنعت لڳائي سگهي.

جناب اعلى! اڄ توهان اڳين حڪومت جا وائيٽ پيپر شايع ڪري رهيا آهيو. سڀاڻي توهان جو وائيٽ

پيپر شايع ڪيو ويندو، پوءِ توهان جو احوال ايندو ته توهان ڪيترن دوستن کي نوازيو. ڪنهن ڪنهن کي فيڪٽرين جي الاٽمينٽ ڏني. هي ته هڪ پراڻي بيماري آهي. خدا واسطي هي پرمٽ ۽ الاٽمينٽ بند ڪيو ۽ صاف سٺو نظام رائج ڪيو. ان ڪانپوءِ پيو مسئلو آهي. صنعت کي هڪ جاءِ گڏ ڪرڻ جو. سڄي انڊسٽري وڃي ڪراچيءَ ۾ گڏ ڪئي اٿو. ان ڪري اتي تمام گهڻا مسئلا پيدا ٿي پيا آهن. آبادي تمام گهڻي وڌي وئي آهي. منهنجي ضلعي ۾ نوري آباد ۾ صنعت قائم ڪئي وئي آهي. اڄ ڏينهن تائين دادو وارن کي به خبر نه آهي ته نوري آباد ڪٿي آهي. هتان جي صنعت جا آرڊر غير مقامي ماڻهن کي ڏنا ويا آهن ۽ اتي مزدور به ٻاهريان آباد ڪيا ويا آهن. نوري آباد دادو بجاءِ ڪراچيءَ کي ويجهو آهي. ڪراچيءَ وارن ائين ڪيو آهي ڇو جيئن خام مال دادو جو هجي. فائدو اتان جي معدنيات مان ورتو وڃي ۽ آباد ٻاهريان ماڻهو ڪيا وڃن، ۽ مٿان احسان اهو جتايو وڃي ته اسان پوئتي پيل ايريا کي امداد ڏيئي رهيا آهيون. جيڪو دراصل ائين نه آهي. هتي 80 سيڪڙو ماڻهو زراعت تي مدار رکن ٿا. اتي انڊسٽري به اها لڳڻ گهرجي ۽ اها انهن ماڻهن کي ڏيڻ گهرجي جيڪو مقامي هجي ۽ جتي خام مال هجي. ڪجهه ٿئي ٿي نواب شاهه ضلعي ۾ ڇ انجو ڪارخانو لڳي ٿو ڪراچي ۾. مان چوان ٿو جتي جتي

خام مال ملي ٿو. ان ڪانسواءِ الاٽمينٽ جي برائي به ختم ڪئي وڃي. جيڪا قوم کي اڌوهي جيان کائي رهي آهي. اڄ هيروئن جي اسملگلنگ ٿي رهي آهي. ۽ الاٽمينٽ تي رهي آهي. هي دولت ڪمائڻ جو آسان طريقو آهي. هي وڏا ماڻهون انهن ٻنهي شعبن سان وابسته آهن.

جناب اسپيڪر صاحب، بجيٽ جو 40% سيڪڙو فوج ظفر موج تي خرچ ٿي رهيو آهي. هن کي پريشاني ته ۽ شش و پنج جي حالت ۾ پن قسطن ۾ ايوان آڏو پيش ڪيو ويو آهي. تان ته انهن کي صحيح خبر نه پوي ته ان پئسي کي ڪيئن خرچ ڪيو پيو وڃي. جيڪو عوام جي خون ۽ پگهر جو پورهيو آهي. اسان هن هائوس ۾ درخواستن تي صحيحون ڪرائڻ ڪونه آيا آهيون. نڪي نوڪريون وٺڻ آيا آهيون. اسان هتي عوام جي طرفان ان کي چيڪ ڪرڻ لاءِ آيا آهيون. ان سبب ڪري اسان عوام جا امين آهيون ۽ ان فرض کي چڱي طرح نڀائڻ گهرجي. ان طرح نه جيئن ڪنهن انڌي کان يا اڻ پڙهيل کان آڱوٺو هڻايو ويندو آهي. پر اڻپڙهه به آڱوٺي هڻڻ کان اڳ ۾ ڪنهن پڙهيل کان پڇندو آهي ته ”سائين هي چڱي طرح پڙهي ڏيو ته ڇا آهي“؟ هتي هر چيز کي لڪايو ٿو وڃي. عوام جي نمائيندن کان ۽ هر هر اهو چيو ٿو وڃي،

تہ هي عوام جي حڪومت آهي. آمرانہ حڪومت نہ آهي.

جناب والا: آمرانہ حڪومتن ۾ بہ دفاع تي بحث ٿيندا هئا. اسان تقريرون ڪيون آهن. تہ اڄ پاڻ کي عوامي حڪومت چوائڻ وارا پنهنجي عوام کي فوج جي بجيٽ جي متعلق نٿا ٻڌائين. ان ڪري جو هي آمرانہ فوج آهي. ۽ انهن جي ڪارين تي مرسڊيز ۽ ڪراؤن لاءِ رکيل آهي. هي لڪائڻ چاهين ٿا. تان تہ ماڻهن کي خبر نہ پوي تہ ڪهڙي طرح عيش عشرت ڪري رهيا آهن. تہ انهن هن بجيٽ کي لڪائڻ لاءِ تفصيلي بجيٽ ۾ پيش نہ ڪيو. هن قوم جا اربين روپيہ بغير ڪنهن ڇاڻ ڪانسواءِ لڪائي ڇڏيا ويا آهن. وزيرن جي فوج ظفر فوج ۽ فوجي جنتا اسان کان پنهنجي عيش عشرت جو سامان لڪائي رهي آهي ۽ اها ڳالهہ تمام افسوسناڪ آهي.

جناب اعليٰ- ان کانپوءِ پاڻيءَ جو مسئلو آهي. مون ڪالا باغ ڊيم جي سخت مخالفت ڪئي هئي، ۽ هتي اهو بہ چيو ويو تہ سنڌ جو پاڻي سمنڊ ۾ وڃي ضايع ٿئي ٿو. اڄ مون وٽ تارون آهن. جيڪي سنڌ مان آيون آهن. تہ سنڌ جي ڏن بئراجن ۾ جيڪا اسان جي ضرورت آهي. ان کان بہ 20% کان 30% سيڪڙو پاڻي گهٽ آهي ۽ اسان جا فصل اتي سڪي رهيا آهن.

۽ اتي پاڙي ۾ جو ذڪر آهي. هاڻي اهي حالتون آهن، هتي اهڙان اهو چوڻ آهي ته اهڙان ۾ وڏيڪ ڏيهون ڏاهيون وڃن. مگر هي اسان جي بقا جو مسئلو آهي. هي وڏي زيادتي آهي. هي ۾ جيڪا ڪابينه آهي سا نا اهل آهي. هن ڳالهه جي مان مخالفت ان ڪري ٿو ڪريان ته پاڙي جي مسئلي ۽ اڄ تائين صوبن جي حصي جو فيصلو نه ڪيو ويو آهي. اهڙان تائين اهو مسئلو پڳيءَ پاڙي پيو آهي. ته ڪنهن صوبي جو پاڙي تي ڪيترو حق آهي ۽ ڪيترو ناهي.

ان ڪانسواءِ تعليم جو مسئلو آهي. اسانجي صوبي ۾ هڪ ئي ڪاليج، داؤد انجنيرنگ ڪاليج، سينٽرل گورنمينٽ جو آهي. جيڪو منهنجي خيال ۾ گذريل ڇهن مهينن کان بند پيو آهي. تعليمي ادارن جي تباهي بلڪل ظاهر آهي. هتي تعليمي ادارا بلڪل تباهه ٿي ويا آهن. جيڪو ايندڙ نسل تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هنن ادارن مان نڪرندا، انهن جو انجام ڇا ٿيندو، منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي. مان سمجهان ٿو ته اسانجي ايندڙ نسل جو مستقبل تباهه آهي. تعليمي ادارا بند آهن ۽ شاگرد ڏڪا کائي رهيا آهن، ڇو جو سنڌ جا ڪاليج ۽ يونيورسٽيون بند پيون آهن.

جناب، ان ڪانپوءِ اسن ۽ اسان جو مسئلو آهي. مونکي معلوم ٿيو آهي ته سنڌ جو هڪ وزير صاحب

آهي، مان اهو نٿو چوان "اهو وزير صاحب هڪ ٽائي جو هسٽري شيٽر آهي يا پيو ڪجهه آهي." ان وزير صاحب چيو ته جيڪي ميمبر قومي اسيمبليءَ ۾ اهن امان جي مسئلي تي ڳالهائي رهيا آهن، اهي خود ڌاڙيلن جي پناهه گاهه آهن. هن وزير صاحب کي اهو حق ڪونهي ته هو قومي اسيمبلي تي اٽيڪ (حملو) ڪري ۽ هي چوي ته اهو مسئلو چيڙي رهيا آهن. امن امان جو مسئلو فقط مان چيڙي رهيو آهيان. ۾ وزير اعظم به بار بار ان کي اٿاري چڪو آهي. ۽ هو هسٽري شيٽر صاحب چوي ٿو ته مان بار بار اهو مسئلو چو چيڙي رهيو آهيان. ان ڪانسواهه سنڌ ۾ جيڪو آپريشن ٿي رهيو آهي، ان ۾ سياسي طور تي پنهنجي مخالفن کي ڪچليو پيو وڃي، ته جيئن پنهنجي مخالفن کي اتي تڪليف پهچائي وڃي ۽ امن ۽ امان جي نالي تي پنهنجون من مانيون ڪري رهي آهي. ۽ هي امن امان جو جيڪو مسئلو آهي سو سرڪار لاءِ نهايت ئي خطرناڪ آهي. ان ڪانپوءِ هن هائوس ۾ اهو بار بار پڌڻ ۾ پئي آيو آهي ته اسان 1990ع تائين رهنداسون.

جناب اعلى - مان عرض ٿو ڪريان ته هي ڳالهيون اسان پڌيون آهن ۽ اسان ڪرسين کي ڏوڪيندي بس ڏٺو آهي ته هي ڪرسيون مظبوط آهن. اسان 20 سال اتي رهنداسون. مان چوان ٿو ته ماٺهن توهان کي ووٽ

ڏنو، ها، برابر ڏنو آهي. توهان کي بہ ڏنو آهي ۽ اسان کي بہ ڏنو آهي. ہر جن ووٽ ڏنا آهن. انهن جون اميدون پوريون ڪونہ ٿيون آهن. هيٺر عوام کي اهو حق آهي تہ هو جڏهن بہ چاهي اليڪشن ڪرائي ۽ ان جي لاءِ مان سمجهان ٿو تہ اسان يا هن هائوس کي حق نہ آهي، اهو فقط عوام کي حق آهي تہ هو اهو فيصلو ڪري تہ واقعي هي هائوس ڪامياب رهيو آهي. يا ناڪام رهيو آهي. جيڪڏهن ناڪام رهيو آهي، تہ نئين اليڪشن ٿيڻ گهرجي ان جي لاءِ اختلاف راءِ ٿي سگهي ٿو. هن اسيمبلي جو ڪم آهي تہ مارشل لا کي هٽائڻ ۽ مارشل لا کي جهڙي طرح هٽايو ويو آهي. مون کي خبر تہ هي اسيمبلي هڪ ناڪاره اسيمبلي آهي. جيڪا پنهنجي بجيٽ پاس نہ ٿي ڪري سگهي. اها اسيمبلي پنهنجي حڪومت ڪرڻ جو اختيار وڃائي چڪي آهي. اڃا، نون مهينن کان پوءِ هي اسيمبلي پنهنجو اڳواڻ چونڊي نہ سگهي. حڪمراني جو حق هن اسيمبلي کي ناهي ہر گورنر کي آهي. جڏهن حڪمرانيءَ جو حق اسان وڃائي ۽ ضايع ڪري چڪا آهيون تہ هن اسيمبليءَ کي هي حق نٿو پهچي جو هي چوي تہ اسان عوام جا صحيح نمائينده آهيون. عوام اسان نمائيندن کي انهيءَ لاءِ چونڊي موڪليو هو تہ اسان اسيمبليءَ ۾ قانونسازي ڪيون ۽ حڪمراني ۾ ڪيون ۽ پنهنجا نمائينده بہ چونڊيون، ہر انهن نہ ڪيو هون تہ چاليهہ

چاليھہ، پنجاليھہ پنجاليھہ وزير ھن غريب قوم جي ڪنڌ تي سوار ٿين. تہ ھو پنھنجي ايئرڪنڊيشن بنگلن ڪارن ۽ محلن لاءِ ھٿ اچن. مان چوان ٿو وزيرن کي مثالي زندگي قائم ڪرڻ گھرجي. ھو انھن ۾ ڪمرن وارن ڪوارٽرن ۾ رھن، ننڍين گاڏين ۾ سفر ڪن. ۽ ڪمرن جو ايئرڪنڊيشنڊ ڪيرائي ڇڏين تہ ماڻھن کي خبر پوي. ھتي تہ ڳالھيون ٿي رھيون آھن اسلام جون ۽ خليفن جون، ۽ وزيرن وٽ ڳالھيون ان جي ابتڙ ٿي رھيون آھن. ۽ ھتي ڇھہ ڪروڙ روپيہ ھڪ ماڻھونءَ جي عيش ۽ آرام لاءِ خرچ ٿي رھيا آھن. ڇا ھي ملڪ ڪنھن جي جاگير آھي؟

جناب اعلي- ھنن حرڪتن ڪرڻ کان اول گذيل حڪومتن مان سبق حاصل ڪرڻ گھرجي تہ ھنن جو حال ڇا ٿيو! توھان جو بہ انجام اھو ٿيندو. ھي ڪرسيون اچڻيون وڃڻيون ھونديون آھن. مونکي خبر آھي تہ ڪيتري حاڪم ۽ زبردست حاڪم جن جي ھائوس ۾ اچڻ سان ميمبر صاحب اٿي بيھندا ھئا، ۽ تاڙيون وڄائيندا ھئا. اھو بہ مونکي ياد آھي. اڄ بہ مون اھڙو منظر ڏٺو آھي. ھتي ڪجھہ ماڻھو تاڙيون وڄائي رھيا ھئا. اھي ئي تاڙيون وڄائڻ وارا مونکي ياد آھن. تہ جڏھن ھو تاڙيون وڄائيندا ھئا جڏھن انھي حاڪم تي مصيبت آئي تہ ھڪ بہ انھي سان گڏ ڪونہ ھو. اڄ مان

توهان کي به ياد ڏو ڏياريان ته اڄ جيڪي توهان جي پويان تاڙيون وڄائي رهيا آهن، سي تڪليفن جي وقت توهان سان گڏ ڪونه هوندا. توهان اڪيلا هوندؤ ۽ توهان کي حساب ڏيڻو پوندو. وقت جو آواز پڌو ۽ توهان کي حالتن سان صحيح نموني منهن ڏيو. نه ته صورت ۾ توهان جو به نقصان ٿيندو ۽ اسان جو به هي ملڪ سڀني لاءِ پناه گاه آهي. ۽ پنهنجي پناه گاهن ۾ پاڻ ئي سوراخ نه ڪريو. پر ڪا صحيح ڳالهه چئو. ڪابه ڪاميٽي قائم ڪيو ٿا ته ان ۾ سواءِ مسلم ليگ جي ٻيو ڪوبه ماڻهون توهان کي صحيح نظر نٿو اچي. مان سمجهان ٿو ته توهان مسلم ليگ کي ڪنهن ڦٽائي ڇڏيو آهي. ٻيو هي ڪنهن نه آهي. مسلم ليگ اسان اڳي به ڏٺي هئي. توهان به ڪيترا ٺاهيا آهن. هڪ مسلم ليگ ۽ ٻيو فوج. فوج جي بابت وزير خزانه صاحب فرمايو "فوج جي لاءِ اسان ڪابه ڳالهه ڇيڙڻ ڪونه ٿا چاهيون".

جناب اعليٰ، مونکي خبر نه آهي ته هي فوج خلاف ڪڏهن آهي، جو ان کي اکيون بند ڪري اڳين تي رکئو آهي. اکيون کولي ان کي ڏسڻو آهي ۽ هر ڳالهه کي چڱي طرح جاچڻو آهي. اسان کي عوام ان لاءِ موڪليو آهي ته اسان ڏسون ته هي خرچ صحيح نموني ٿي رهيو آهي يا نه. جيڪڏهن نٿو ٿئي ته اسان کي

ان جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن هو صحيح طريقي سان استعمال ڪري رهيا آهن ته هو امين آهن ۽ اسان کي ڪو اعتراض ڪونه آهي. هي چوڻ غلط آهي ته فوج ۽ عدالت کي اسان هٿ لائي نٿا سگهون. اهي ڪمبو ڪونه آهن. اهي اسان وانگر انسان آهن. اهي ٽيڪس خور ۽ پگهادار آهن ۽ اسان کي اهو حق آهي ته اسان ڏسون پگهاردار صحيح نموني ڪم ڪري رهيا آهن يا نه، ته پوءِ اسان پگهار ڪٽيون يا گهٽ ڪريون.

اسلام ۾ ڪٿي لکيل آهي ته فوج جو هڪ ڪمانڊر ايئرڪنڊيشنڊ ڪار ۾ چڙهي گهمي ڦري ۽ اهي ٽينڊيون آهن جو صاف هٿ سان اينديون آهن ۽ صاف هٿ سان وينديون آهن ۽ جيڪي ڀروڙيا هوندا آهن جڏهن اهي مرندا آهن ته انهن جي قبر تي ڪوئي روئڻ وارو به ڪونه هوندو آهي.

جناب اعليٰ، مونکي خبر آهي ته گوري قبرستان ۾ هن ملڪ جا ڪافي حاڪم پوريل آهن جن جي قبر تي اڄ ڪوئي قل پڙهڻ وارو به ڪونه آهي. مان توهان کي اپيل ٿو ڪريان ته توهان به ائين ٿيو ۽ توهان انهيءَ قطار ۾ شامل نه ٿيو جو پوءِ توهان جي قبر تي به ڪوئي قل پڙهڻ وارو به نه هجي.

شڪريه —

## اسان جي ٻچن کي نقصان پهتو يا سزا ڏني وئي ته اسان سڄي عمر هن اسيمبلي ۾ نه وهنداسون

(عبدالحميد جتوئي)

وزير اعظم محمد خان جوڻيجو هن عزم جو اظهار ڪيو آهي ته مارشل لا 31 ڊسمبر تائين ختم ڪئي ويندي ۽ يقين ڏياريو آهي ته هو هن دوران ڪنهن سان نا انصافيءَ جي اجازت نه ڏيندو. وزير اعظم اهو يقين اسيمبلي ۾ ان وقت ڏياريو جڏهن ڪيترن ئي ميمبرن ٽورڙي ڦاٽڪ ڪيس جي باري ۾ عبدالحميد جتوئي ۽ ٻين ميمبرن جي تحريڪ التوا ضابطي خلاف ٺهرائڻ جي اسپيڪر جي رولنگ جي خلاف واڪ آئوٽ ڪيو. وزير اعظم چيو ته هن سنڌ سرڪار ۽ مارشل لا انتظاميه سان ٽورڙي ڦاٽڪ ڪيس جي سلسلي ۾ رابطو قائم ڪيو آهي. هن ڪيس ۾ ڪنهن سان به زيادتي نه ٿيندي. ڪوبه ٻچو سنڌ جو هجي، پنجاب، سرحد، بلوچستان جو. اسان کي سڀ پيارا آهن ـــــ واڪ آئوٽ کان واپس اچڻ کانپوءِ جناب عبدالحميد جتوئيءَ چيو ته هن کان اڳ به وزير اعظم ۽ وزير داخله اهڙو يقين ڏياريو هو. پر سان هڪ ڳالهه هتي واضح ڪري

ٿو چئيدا ته اسان جي ٻچن کي ڪوبه نقصان پهتو يا سزا ڏني وئي ته اسان سڄي عمر هن اسيمبلي ۾ هتي نه ويهنداسون.

عبدالحميد جتوئيءَ چيو ته نوڙي ڦاٽڪ دادو ۾ آهي جتي فائرنگ ڪري لاڙڪاڻي ويندڙ پنجن شاگردن کي قتل ڪيو ويو. هن واقعي تي شديد احتجاج ٿيو هو. جنهن تي سنڌ سرڪار جسٽس ٿوبر جي سربراهيءَ ۾ هڪ تحقيقاتي ڪميشن قائم ڪئي هئي. جنهن جي رپورٽ اڃا تائين ظاهر نه ٿي آهي. هنن ٻچن جي قتل ۾ جيڪا پئي ڌر آهي ڪيس هلائڻ جي لاءِ انڪي جج بنائڻ اسلامي ۽ اخلاقي اعتبار کان درست نه آهي. تنهن ڪري هن ڪيس کي سول عدالت جي حوالي ڪيو وڃي. ائين نه ٿئي جو سزا ڏيڻ کانپوءِ اڀن چيو وڃي ته هاڻي ته سزا اچي چڪي آهي. هاڻي ڪجهه نه ٿيندو ان کانپوءِ عبدالحميد جتوئي اسپيڪر جي خلاف اٿي بيهي اهو چيو ته هي اسان جي ٻچن جي زندگيءَ ۽ موت جو سوال آهي. تنهن ڪري اسان ايوان مان واڪ آئوٽ ڪيون ٿا. عبدالحميد جتوئيءَ سان گڏ غلام محمد چشتي، پير بخش خاصخيلي، دلمراد جمالي، عنايت علي ٽالپر، بيگم رشيده پاشا گهوڙو، سردار آصف، فتح محمد خان، محمد عارف، شيخ رشيد احمد، صاحبزاده نورالحسن، نصرت شاه، عثمان نوري. مطلب ته پنجاه کان وڌيڪ ميمبرن واڪ آئوٽ ڪيو.

# عبدالحميد جتوئي پاڻهن تي
# ڪاريون پٽيون ٻڌندو

”سنڌ جو بزرگ سياستدان ۽ قومي اسيمبلي جو ميمبر جناب عبدالحميد جتوئي چيو آهي ته هو صوبائي خود مختياري جو معاملو پنهنجي لاءِ نه پر پاڪستان جي مفاد لاءِ ڪري رهيو آهي. ڇاڪاڻ ته قانون جي زور تي گڏ رکڻ جي ضد جو نتيجو مشرقي پاڪستان جي جدائي جي صورت ۾ سامهون اچي چڪو آهي. ماڻهن کي قانون (جبر) جي ذريعي نه بلڪ پيار ۽ محبت سان گڏ رکي سگهجي ٿو. جيستائين هن جو اهو مطالبو پورو نه ٿيندو هو پنهنجي ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌي قومي اسيمبلي ۾ شرڪت ڪندو.

(روزنامه جنگ 12-10-1985)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن ڪي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاٽي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)